# بهترين سفرناما

سهيڙيندڙ
الطاف شيخ



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد ، سنڌ .
1983ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ايڪيتاليهون ڪتاب

ڇپائيندڙ : نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپيندڙ : نيو فيمس پرنٽرس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي حيدرآباد سنڌ.

پهريون ايڊيشن : مئي 1983ع

قيمت : 15-00 رپيا



---

BAHTAREEN - SAFARNAMAH (A Selection of Travelogues.) Compiled by Altaf Shaikh. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed. Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition May 1983.

# انتساب

”روح رهاڻ“ ۽ ”سهڻي“ نالي

”روح رهاڻ“ ۽ ”سهڻي“ نالي

الطاف شيخ

# اداري طرفان

ڪتاب شايع ڪرڻ ڪو مشڪل ڪم نه آهي پر هر مهيني پابندي سان شايع ڪرڻ واقعي مشڪل ڪم آهي. ان جو احساس صرف آهي ڪري سگهن ٿا جيڪي ڀاڻ ڪڏهين ان ميدان ۾ رهيا هوندا يا آهن. باقي بغير تجربي جي ڳالهيون ڪرڻ آسان آهي. هر پيري ڪانه ڪا اهڙي مشڪل درپيش ايندي رهندي آهي جو وقت تي ڪتاب شايع ڪرڻ ممڪن نظر نه ايندو آهي. ان مشڪل کي منهن ڏيڻ لاءِ ڇا ڇا نه ڪرڻو پوندو آهي تنهن جو ذڪر هڪ صفحي ۾ اچڻ ممڪن نه آهي ۽ نه وري ڪو داد وٺڻو آهي. اسين جيڪي ڪجهه سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ ڪري رهيا آهيون سو پنهنجو فرض سمجهي، ڪري رهيا آهيون، نه ڪي ڪنهن تي احسان ڪري رهيا آهيون. انشاالله سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ ان وقت تائين ڪم ڪندا رهنداسين جيستائين الله تعاليٰ جي رضا، اديب دوستن ۽ پڙهندڙن جو تعاون برقرار رهندو.

اسانجي پڙهندڙن کي صرف ايتري گذارش آهي ته هو، جتي جتي بڪ اسٽال ۽ دڪان آهن تن جي مالڪن کي اخلاقي طور مجبور ڪن ته هو گهٽي ڪان گهڻا سنڌي ڪتاب گهرائي وڪرو ڪن.

اسان کي بيحد گهڻي خوشي آهي ته الطاف شيخ نيو فيلڊس اداري کي پنهنجو ادارو سمجهي هن جي ترقي لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪندو رهندو آهي، ۽ اميد ته آئينده به ڪندو رهندو.

## پنهنجي پاران

ڏٺو وڃي ته 'سفرناما' ڏينهون ڏينهن ادب ۾ اهم حصو حاصل ڪندا ٿا وڃن. نه فقط اسان جي سنڌي ادب ۾ پر دنيا جي ٻين ٻولين ۾ پڻ. بقول قمر شهباز جي انگريزي ادب جو ته هر چوٿون ڪتاب سفر نامي يا ٻاهر جي دنيا جي نظارن جي آڌار تي لکيل آهي.

جيڪو ماڻهو گهر کان ٻاهر نه نڪتو آهي اهو ته سفرناما شوق سان پڙهي ٿو پر جيڪو سڄي دنيا جو سير ڪري چڪو آهي اهو به ساڳي دلچسپيءَ سان پڙهي ٿو — شايد ان خيال کان ته ٻٿي ڪي انهن ملڪن ۽ هنڌن تي ڪهڙا تجربا ۽ واقعا رونما ٿيا.

انگريزي، اردو، سنڌي، جپاني ٻولين ۾ مون کي ٻهڪو سفرنامو نظر ايندو آهي ته يڪدم خريد ڪري پڙهندو آهيان — پوءِ چاهي اڄ ڪلهه جو لکيل هجي يا صدي اڌ صدي اڳ جو. انگلنڊ ۽ آمريڪا جي وڏين وڏين لئبررين ۾ اڪثر منهنجي اها ڪوشش هوندي آهي ته پراڻي کان پراڻو سفرنامو ڳولي پڙهجي ته ان دور جون ڇا حالتون هيون. هونءَ ابن بطوط، مارڪو پولو ۽ سندباد جا سچا خيالي سفرناما چڱا پراڻا ۽ مشهور آهن پر منهنجي خيال ۾ دنيا ۾ سڀ کان پراڻي کان پراڻو سفرنامو جيڪو هيستائين منهنجي هٿ چڙهيو آهي Codex Calixtus نالي آٽيري

پيڪاڊ جو لکيل آهي ۽ ١١٤٣ع ۾ ڇپيو هو. هي سانتياگو ڏي زيارت لاءِ ويندڙ مسافرن لاءِ ڪين راهه ۾ ايندڙتڪليفن ۽ مصيبتن کان آگاهه رکڻ لاءِ لکيو ويو هو— ”بابا رستي تي پاڻي پيئندي خيال رکجو جو اسپيني ڊاڙيل ڪوهن ۾ واهن ۾ زهر وجهيو ڇڏين جيئن مسافر ان پاڻيءَ کي پيئڻ سان بيهوش ٿي وڃن يا مري وڃن جيئن سندن سامان چورائي ونجي“ وغيره وغيره.

اڳئين زماني جا سفرناما پڙهبا ته ان ۾ ڌپ جون ڳالهيون ۽ نصيحتون گهڻيون ملنديون. ۽ اڄ جي سفرنامن ۾ مزي ۽ دلچسپيءَ جون وڌيڪ.

هڪ ٻيو سفرنامو Through France and Part of Spain ۾ ان جي ليکڪ فلپ ٿڪنيسيءَ لکيو آهي: ”مسافرن کي کپي ته پنهنجي سامان سان گڏ ڪي لوهي ڪنڊا ڪڙا به ضرور کڻن جو اهي ملڪ جتي چوري ۽ خون عام ڳالهيون آهن اتي پنهنجي حفاظت لاءِ دروازن کي سوگهو رکي سگهجي“.... اهو سفرنامو مٿئين سفرنامي کان ٦٠٠ سال پوءِ ١٧٧٨ ڌاري جو لکيل آهي.

ويجهڙائيءَ کان دنيا جي ماڻهن جي کاڌي پيتي ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جو عادتون ساڳيون ٿينديون وڃن ۽ ويندي اسان جي ملڪ ۾ به سئنڊوچون، پيتيز، سلاد، ڪافي، چانهه کان وٺي ويندي چيني کاڌا عام ٿي ويا آهن. نه ته اڄ کان ويهه سال اڳ اسان جا ڪيترا پاڪستاني ۽ هندستاني ولائت ۾ ڊبل روٽي به نه کائي سگهندا هئا. جيتوڻيڪ هاڻ ته سنڌ

بلوچستان جي ڏورانهن ڳوٺن ۾ به ڊبل روٽي، جئم ۽ چانهه، جهڙيون شيون عام ٿي ويون آهن. ڪجهه سال اڳ تائين عربستان ۾ صحيح قسم جو ڪاڌي خوراڪ جو بندوبست نه هجڻ ڪري اسان جا حاجي سعودي عرب ويندي پاڻ سان ڪپڙا هنڌ بسترا کڻڻ سان گڏ کاڌي پيتي ۽ رڌڻ پچائڻ جون شيون پڻ کڻي ويندا هئا. بلڪ کاڌي پيتي جي شين تي وڌيڪ زور هوندو هو. اٽو، چانور، مسالن ۾ لوڻ، ڳاڙها مرچ، ڪارا مرچ، سڪل انبڙيون ۽ ڏاڙهون ڪتاڻ لاءِ ۽ سڪل گوشت وغيره پڻ کڻي ويندا هئا. پر هاڻ ته اتي به هرڪا شيءِ سليو ٿي وڃي ويندي نان، پڪوڙا آچار.

ٻه چار سال اڳ تائين اسان جهازي جڏهن به ڪراچي يا هانگ ڪانگ نڪرندا هئاسين ته ڪيترائي ماڻهو پنهنجن مٽن مائٽن ۽ دوستن لاءِ — جيڪي آمريڪا ۽ يورپ ڏي رهندا هئا، انهن لاءِ آچار، چٽڻيون، سيون، مسالا ۽ انهن کي پيهڻ لاءِ اکريون مهريون، چڪرا ويلڻ ڏيندا هئا. پر هاڻ ته دنيا جي حالت اها وڃي ٿي آهي جو جپان، ناروي ۽ ڊئنمارڪ جهڙن ملڪن ۾ به هر اهو مسالو ۽ رڌڻ پچائڻ جو ٿانءُ ٿپو ملي ٿو جيڪو اسان وٽ استعمال ٿئي ٿو. ان ڪري اڄ ڪلهه جي سفرنامن ۽ گائيڊن ۾ کاڌي پيتي جي شين کڻڻ بابت گهڻو زور ڏنل نه آهي. پر پراڻي زماني جا ڪتاب اهڙين ڳالهين سان ڀريا پيا آهن ته گهر کان ٻاهر نڪرڻ وقت بابا هيءَ شيءِ به کڻجو هوءَ به کڻجو — ۽ سڀ کان اهم شيءِ بارود (گن - پائوڊر) هوندو هو.

۱۸۷۳ع جو هڪ ڪتاب The Art of Travel ۾ سندس ليکڪ فرانسز گالٽن بارود ڪڻ جي اهميت بابت لکيو آهي ته اها شيءِ سفر ۾ ڪيترين مصيبتن ۽ مرضن کان بچائي ٿي. سمهڻ کان اڳ ڪوسي پاڻيءَ جي گلاس ۾ گن پائوڊر ملائي پيئڻ سان توهان جي قبضي لهي ويندي. (ٻـر اهو پيئڻ واري لاءِ ضروري آهي ته ان کان پوءِ سگريٽ ڇڪڻ کان پاسو ڪري نه ته ڇڻ توب ڇٽي — مرض سان گڏ مسافر به ڇٽ.)

گن پائوڊر جـي فائدن ڪي ڪو مڃي يـا نه مڃي پر بولون (فرانس) ويندڙ مسافر ان کي رکڻ لاءِ پنهنجي صندوق يا هڙ ۾ ضرور جاءِ ڪڍي وٺندا هئا جو اتي جي بگهڙن کي منهن ڏيڻ لاءِ اها شيءِ ئي ڪم ايندي هئي، جيئن اڄڪلهه مڇرن کـي منهن ڏيڻ لاءِ ’مٽ‘ يا ’ڇڪري‘ ٻـارڻ لاءِ ڪڻجي ٿي. ڪتاب ۾ لکيل آهي: ”بگهڙن کي منهن ڏيڻ لاءِ ٿورو گن- پائوڊر گوشت جي خالي نريءَ ۾ پري ٻاهر اڇلجي بگهڙ جيئن ئي ان نريءَ کي چٻاڙي ڪائيندو ته بارود قاتي پوندو ۽ سندس ميچالو ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو.“

اهي ڳالهيون ٿيون سوچجن ته ان جي مقابلي ۾ اڄ جي سفر جي تياري ڪيتري نـه مختلف آهي جنهن ۾ پاڻ سان ٻـ- ٽي وڳا، رستي تي پڙهڻ لاءِ ڪي هلڪا ڦلڪا ڪتاب، دوستن ۽ مـائٽن کي خط لکڻ لاءِ پنا ۽ انـدپين، پاسپورٽ، چمپل وغيره جهڙيون ئـي شيون ماٺهو ٻـاهر کڻي نڪري ٿو. اڄ جي دور ۾ اهو جملو سوچيندي بـه عجيب ٿو لڳي

ته سفر تي اسرڻ وقت موڪلائڻ تي ڪنهن کي چيو وڃي ته بار ولائت ته وڃين پيو پر ٻگهڙن کي منهن ڏيڻ لاءِ جانو پاساريءَ کان بارود ۽ ٻارو ڪاسائيءَ کان خالي نريون ٻه وٺي ڪنيون آئٿي؟

اڄ ڪلهه جيڏي وڏي لسٽ ٻاهران سامان آڻڻ جي نهي ٿي ايڏي اڳ ۾ سفر تي رواني ٿيڻ لاءِ نهندي هئي— جنهن ۾ ڪاڏي جون شيون وڏيڪ هونديون هيون. ۽ گهٽي سامان ڍوئڻ جي سوران گهٽا ماڻهو ته سفر کان بان ڪري وهندا هئا. ڪي ٿورا دلير ٿي ٻاهر نڪرڻ جو سانباهو ڪندا هئا. ناني ڪيڏانهن ٿي وڃين؟

ٻچا سفر تي.

ناني آءٌ ٻه هلندس.

نه ابا تو کي ڪندا لڳندا.

آءٌ جوتا پائي هلندس.

رستي تي اڄ لڳندئي.

آئون ٻاٺي جو مٿ کٽي هلندس.

پلا ٻک جا لڳندءِ؟

آئون مانيءَ جي هڙ کڻي هلندس.— اها اسانجي هڪ روايتي ڳالهه آهي. پر اڄ ڪلهه نه اهي ٻيرين پيادي سفر تي وڃڻ جون سهوبتون رهيون آهن نه ٻک اڃ جهڙا ڏک ڏاکڙا. وڏ ۾ وڏ سامان — ٻه چار وڳا موسم آهر کڻڻ ڪافي آهي. پر اسانجو هڪ يار ٽنڊو قيصر جو نور احمد نظاماڻي ته هڪ ٿي ٻهريل وڳي ۾ نڪري پوندو آهي. ٻٽگ ۾ فقط

ڪم جا ڪاغذ پڻ ۽ ننڍڙي استري ڪئندو آهي. رات جو سمهڻ کان اڳ ڪپڙا لاهي، ڏوئي، رسي تي سڪائڻ وجهي ڇڏيندو آهي. پوءِ صبح جو پاڻ کان اڳ مٿائن استري گهمائيندو اٿن. رات جو سمهڻ لاءِ هٿ بلاڪيٽ، سليپنگ سوٽ ۽ چمپل ته اڄ ڪلهه دنيا جي هر هوٽل آيل مسافر کي مُهيا ڪري ٿي.

جيستائين اڄ ڪلهه جي سفرنامي لکڻ جو انداز آهي اهو به اڳ جي روايتي گائيڊ بڪ واري اسٽائيل کان بلڪل نرالو ٿيندو وڃي. ڪيترائي سفرناما ناولن جي انداز ۾ ملندا جهڙوڪ جيمس مچنر جا ته ڪيترائي معلوماتي انداز ۾ پڻ — فرامر مورس ۽ آرٿر جي سفرنامن وانگر. ڪيترا سفرناما مسافرن جي آتم ڪهاڻي هوندي ته، ڪي وري روز مره جي ڊائرين جي روپ ۾. ڪي خطن ۾ لکيل آهن ته ڪي افسانوي ڍنگ ۾.

سنڌي ۽ اڙدوءَ ۾ سڀ کان پهريون سفرنامو ڪنهن لکيو اهو چئي نٿو سگهجي پر لعلچند امر ڏنل جو اڄ کان ستر سال اڳ جو سفرنامو — ”مسافريءَ جو مزو ۽ سير رنگ“ ۽ 1923 ۾ پيرو مل مهر چند جو سفرنامو ”سنڌ جو سيلاني“ سنڌيءَ جي آڳاٽن سفرنامن مان آهن.

سنڌي ۽ اڙدوءَ ۾ پڻ انگريزيءَ جيان ’سفرنامو‘ ادب ۾ اهم جاءِ والاريندو وڃي ۽ اسان وٽ پڻ مسافريءَ جو احوال سنئون سڌو لکڻ بدران مختلف نمونن سان لکيو پيو وڃي. هن ڪتاب ۾ مون پنهنجي پسند تي ڪجهه افسانوي

رنگ جا سفرناما مرتب ڪيا آهن ۽ اميد اٿم تہ پڙهندڙن کي پسند ايندا. انهن جا تخليقڪار چاتل سڃاتل اديب آهن. آغا سليم ريڊيو سان تعلق رکي ٿو ۽ سنڌي ادب جو چوٽيءَ جو اديب، ناول نويس ۽ افسانہ نگار آهي. پاڻ ريڊيو جي تعليم ۽ سکيا لاءِ ڪيترو ئي وقت آسٽريليا ۾ رهيو ۽ يورپ ۽ ڏور اوڀر جا ملڪ پڻ گهميو. سندس هي لوڪ سهڻي رسالي تان کنيل آهي جيڪو اڄ کان ڏهہ سال کن اڳ جو لکيل آهي.

مرحوم لعل جوڻيجو — جنهن جي جوانيءَ جي موت جو صدمو ڪنهن کي نہ هوندو — سنڌ جي هڪ ذهين ۽ دلپسند شخصيت هو. پاڻ انگلنڊ ۾ لڳاتار اٺ سال کن رهيو جنهن دوران منهنجو پڻ هن وٽ اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. اڙدو، سنڌي ۽ انگريزي ادب جي مطالعي ۾ سندس ڪو جواب نہ هو. پاڻ جيڪي ڪجهہ ٿورو لکيو اٿس تمام سٺو لکيو اٿس. سندس لکيل هي افساني نما سفرنامو پڻ سهڻي رسالي مان کنيل آهي — بلڪ سهڻي رسالي جي ايڊيٽر طارق اشرف جي زور پرڻ تي لعل سفرنامو لکڻ شروع ڪيو هو جنهن جي اها پهرين قسط هئي.

مرحوم ابراهيم جليس ۽ اشفاق احمد اڙدو ادب جون مڃيل شخصيتون آهن. سندن لکيئون دلچسپ ۽ سدا حيات آهن. اشفاق جي ڪهاڻيءَ جو ترجمو سال کن اڳ هلال پاڪستان لاءِ مون ڪيو هو. ابراهيم جليس جي ڪهاڻيءَ جو ترجمو سنڌ جي اديب وليرام ولڀ ڪيو آهي جنهن

ڪي ترجمي جو بادشاهه سڏيو وڃي ته به صحيح ٿيندو. ترجمي ۾ اصلي ڪهاڻيءَ ۾ ساڳيو بيلنس، لطف، خيال ۾ ڳالهه قائم رکڻ جي هنر ۾ واسي رام ولڀ جو نالو اتاهون مقام رکي ٿو.

بهر حال هڪ سفرناما لکندڙ جي حيثيت ۾ هن ڪتاب ۾ ڏنل افسانا / سفرناما مون پنهنجي پسند تي نيو فيلڊس پبليڪيشنس اداري لاءِ مرتب ڪيا آهن. اميد اٿم ته پڙهندڙ پڻ انهن کي وري پڙهي لطف وٺي سگهندا.

— الطاف شيخ

---

آغا سليم

# درد جا رشتا

• د پئسفڪ هوٽل،
سڊني.

ادا، ٽيون ڏينهن ميل بورن کان سڊني پهتو آهيان. ٽريننگ جا باقي ٻه مهينا وڃي بچيا آهن. اهي ٻه مهينا ريڊيو آسٽريليا سان وابسته رهي گذاريندس. جنهن هوٽل ۾ رهيل آهيان سو پئسفڪ سمنڊ جي ڪپر تي هڪڙي ننڍڙي ٽڪريءَ تي آهي. سامهون ٽڪريءَ جي لاهيءَ تي سائي گاهه جي چادر وڇايل آهي ۽ پائين Pine جا ٻاري ۾ سڪل وڻ اهڙائي گداگرن جيان هٿ ڦهلائي بيٺا آهن. نيڻ نهار تائين سمنڊ ڦهليل آهي، اٿاهه ۽ پراسرار سمنڊ، جهڙي انسان جي دل. سمنڊ جي ڪناري وٽ سهڻيون، جوان ۽ جرڪندڙ عورتون پاڻيءَ ۾ ترڳي رهيون آهن جهڙيون جل پريون، جهڙيون ڪهاڻي نويس جي دل ۾ اڻ لکيل ڪهاڻيون. هنن ڪي پاڻيءَ ۾ ترڳندو ڏسي بت مان سيءَ جا سيسرات نڪري ٿا وڃن. جون جو مهينو ۽ ههڙو سيءُ! حيدرآباد ۾ ته هن وقت سج باهه جا ڀالا هڻندو هوندو. پر هائي حيدرآباد جون هوائون. منگهه، سانورا، سهڻا، سباجهڙا ماڻهو، جيجل ماءُ جي ٽيج جهڙي مٺڙي ٻولي. هتي ته غلط انگريزي ڳالهائي ڳالهائي ڳچيءَ ۾ ٿي سور پئجي ويو آهي.

ادا سڊنيءَ بابت ڪنهن بئي دفعي لکندو سانءِ. اڄ سڊنيءَ جي هڪ سونورني سوڊيءَ جي ٿو ڳالهه ٻڌايانءِ. ڇوڪري ته نه آهي الائي ڇا آهي. اهڙو قد، آسمان جهڙيون نيريون ۽ وشال اکيون. چانديءَ جهڙا سنهري وار. ڳاڙهو ڳاڙهو ٻرندڙ ڇرڪندڙ جسم، جهڙو باه جو آلو. هن سان ڳالهه ملاقات ٿي آهي، پر ان ٿوري عرصي ۾ اسان هڪ ٻئي جي ايترو ته ويجهو اچي ويا آهيون جو هينئر به سندس بدن جي باه جي ڇر ٿي ڇرڪائيم. ڳالهه گهمندو گهمندو ريڊيو جي لئبريريءَ ۾ ويس ۽ ڪتابن جي الماريءَ ۾ ڪتاب جاچي رهيو هوس جو هوءَ پر ۾ اچي بيٺي ۽ پڇيائين.

”مان اوهان جي ڪا خدمت ڪري سگهان ٿي؟“

”مون کي ايلئيٽ جي نظمن جو ڪتاب گهرجي.“

”اوهان مشرقي ايلئيٽ پڙهي ڇا ڪندا، اوهان جي رنگارنگ تهذيب، ته عمر خيام جهڙا شاعر پيدا ڪيا.“

”جنهن مشرقي تهذيب عمر خيام جهڙا شاعر پيدا ڪيا سا هينئر مغرب جي سريت ٿي ويئي آهي ۽ ايلئيٽ جي انڌي تقليد ۾ پيدا ٿيندڙ شاعر ان سريت جو ناجائز اولاد آهن.“

”ڪهڙي ملڪ مان آيو آهين؟“

”پاڪستاني آهيان.“

”مون کي پاڪستان ڏسڻ جو ڏاڍو شوق آهي. مون سندو ماٿر جي پراڻي تهذيب بابت پڙهيو آهي. دل ٿي چوي ته ان پراڻي تهذيب جا کنڊر ڏسان.

”سان سنڌو ساگر جو رهاڪو آهيان.“ سون غرور سان چيو.

”مسلمان آهين؟“

”ها.“

”اوهان تقدير کي مڃيندا آهيو؟“

”اسان تقدير کي ايترو ته مڃيندا آهيون جو ڏاڍين سان وڙهي پنهنجو پيٽ پالڻ ۽ انگ ڍڪڻ جي بجاءِ پنهنجي مفلسي ۽ بک کي به تقدير سمجهندا آهيون.“

”سان ڪنهن مشرقي مسلمان کي ڏسندي آهيان ته الف ليليٰ ياد ايندي اٿم. اوهان جي تهذيب ڪيتري نه رنگا رنگ آهي تو کي اسان ماده پرست مغربين جي بيرنگ تهذيب جي يڪسانيت اڄان بيزار نه ڪيو آهي.“

”جي سان به تو وانگر ان تهذيب ۾ پيدا ٿيان ها ته پوءِ شايد ان جي يڪسانيت کان بيزار ٿيان ها چاڪاڻ ته هر ذهين ساڻهو پنهنجي پسگردائي ۽ پنهنجو پاڻ کان غير مطمئن هوندو آهي.“

”تنهنجون ڳالهيون ڏاڍيون وڻندڙ آهن. شام ڪو خاص پروگرام ته ڪونهي؟“

”خاص ته ڇڏيو منهنجو ته ڪو عام پروگرام به ڪونهي.“

”پوءِ اڄ شام اچ ته گڏجي ماني کائون. تون مون کي پاڪستان جي باري ۾ ڳالهيون ٻڌاءِ.“

”سونکي ته پاڻ خوشي ٿيندي جو شام تو سان گذاريندس؟“

”چگو پوءِ پاڻ شام جو ملنداسين . ريڪس هوٽل ڏٺو اٿئي نه؟“

”ها ڏٺو اٿم. مان پاڻيهي اتي پهچي ويندس.“

مون هن کان ڪتاب ورتو ۽ پنهنجي آفيس ۾ موٽي آيس. شام جو آسمان تي ڪڪر مڙيا بيٺا هئا ۽ ڦڙ ڦڙ ٿي پيئي. ٿڌيون هوائون جسم جي آرپار ٿي هليون ويون. مان مقرر وقت کان ٿورو اڳي هوٽل جي سامهون بيهي هن جو انتظار ڪرڻ لڳس. ٿوري دير گذري ته هوءَ ٽيڪسيءَ مان لٿي. ڪيس وڏو ڳاڙهو ڪوٽ پيو هو. مون کي ڏسي ٽڙي پيئي. مون اڳتي وڌي سندس هٿ هٿ ۾ جهليو.

”هائي، ڪيڏو نه سيءُ آهي! تنهنجي ملڪ ۾ به هيڏو سيءُ پوندو آهي؟“

”ها، اسان وٽ به ايترو ئي سيءُ پوندو آهي. پر جون ۾ نه، ڊسمبر ۾ پوندو آهي.“

”مان به ڪيتري نه بدتميز آهيان جو هن مهل تائين نه پنهنجو نالو ٻڌايو اٿمان ۽ نه تنهنجو نالو پڇيو اٿم. منهنجو نالو سوسن آهي. پر سڀيئي مونکي سوزي چوندا آهن.“

”منهنجو نالو ڏاڍو ڏکو ۽ ڏکيو آهي، ان ڪري تون مونکي احمد سڏي سگهين ٿي.“

اسان هوٽل ۾ اچي ويٺاسين. ٻنهي وسڪي گهرائي ۽ پيئڻ لڳاسين.

”سوزي ڳالهه ٻڌ. مان مشرقي آهيان ۽ پنهنجي مشرقي تهذيب ۾ ننڍڻ کان وٺي چوٽيءَ تائين رچيل آهيان. ان

ڪري جي اوهان جي مغربي آداب جي خلاف ڪجهه ڪري وجهان ته مون کي ٻڌائجانءِ.

”مان ته پاڻ خوش ٿيندس جي تون هتي به پنهنجي مشرقي نموني ۾ هلندين.“

”جي هتي مشرقي نموني ۾ هلان ته پوءِ سڀ ڪان پهرين هن سامهون ويٺل ماڻهوءَ کي سڌو ڪريان جيڪو توڏانهن نهاري رهيو آهي.“

هوءَ کلي ويئي ۽ چيائين.

”اوهان مشرقي عورت جي معاملي ۾ ڏاڍا ساڙيل ٿيندا آهيو.“

”اسان ان ساڙ کي غيرت سڏيندا آهيون. اصل ۾ اسان مشرقي مرد عورت جي حفاظت کي پنهنجي زندگيءَ جو مقصد سمجهندا آهيون.“

”اسان مغربي عورتون به چاهينديون آهيون ته اسان جي حفاظت ڪئي وڃي. پر مغربي مرد ان ڳالهه مان چڙ کائين. اسان جي گهريلو ناچاڪي، طلاقون، حد کان وڌيڪ آزادي ۽ جنسي بي راه روي جو وڏو سبب اهو آهي جو اسين پنهنجو پاڻ کي غير محفوظ سمجهنديون آهيون. حد کان وڌيڪ آزاديءَ اسان جي شخصيتن ۾ ڇڪتاڻ پيدا ڪري ڇڏي آهي. اسان پنهنجي حفاظت به چاهيون ٿيون ۽ آزادي به ڇڏڻ نٿيون چاهيون.“ هن وسڪيءَ جو ڍڪ ڀريو ۽ چيائين.

”هاڻي مون کي پاڪستان جي رهڻيءَ ڪرڻيءَ بابت ٻڌاءِ.“

”اسان جو ملڪ سڪيو ۽ ماڻهو سڪر آهن.“ اچا ايترو مس چيم ته پنهنجو ڪلارڪ ياد پيم جنهن کي سو رپيا پگهار ملندو هو، جنهن کي ڇهه ٻار هئا ۽ جنهن جي زال کي سلهه هئي. زال کي سيني ٽوريئم ۾ داخل ڪرائڻ لاءِ درخواست موڪلايائين ته ڪيس زال مرڻ کان پوءِ اجازت‌نامو مليو. حد نظر تائين ڦهليل جهريل جهوپڙيون، جهول جهلي واتهڙن کان جيئڻ جو حق پنندڙ بکارن جا هشام، چنگهندڙ، جهرندڙ، محنت ۾ ڪپاتيل، رت اوڳاڇيندڙ، پيلا، بي نور، مرڻينگ ماڻهو. هي پاڪستان آهي، هي ايشيا آهي — صدين کان غلام ايشيا، ڪاري، ڪوجهي، بيمار ۽ بکي ايشيا! مون يڪدم وسڪيءَ جو گلاس کنيو ۽ ڍڪ ڀري ڏيئي ڇڏيو.

”مون ٻڌو آهي ته اوهين عورت جي عزت نه ڪندا آهيو.“

”اسان ته عورت جو احترام ڪندا آهيون. منهنجي ٻوليءَ ۾ چوڻي آهي ته نياڻي ست قرآن آهي. مڙد جڏهن نياڻيءَ جو قسم کڻندا آهن ته مري به اهاڳاله پوري ڪندا آهن.“

(۽ جڏهن ان نياڻيءَ جي شادي ٿي ويندي آهي تڏهن سندس ڪهڙو حشر ٿيندو آهي.)

مون يڪدم بيري کي سڏي ٻيو پيگ گهرايو.

”پلا اوهان جون عورتون پردو ڪنديون آهن؟“

”ها.“

”تون پردي، جو قائل آهين؟“

”عقلي طرح نہ آهيان پر جبلتي طرح ڏاڍو قائل آهيان.“

”مائٽن جي مرضيءَ سان شادي ڪندا آهيو يا پنهنجي مرضيءَ سان؟“

”مائٽن جي مرضيءَ سان.“

”شاديءَ کان اڳ پنهنجي ٿيڻ واري ونيءَ کي ڏسندا آهيو تہ سهڻي آهي يا نہ؟“

”سونهن جي معاملي ۾ اسان کي پنهنجي پيئرن ۽ مائرن جي ذوق تي اعتبار ۽ اعتماد ڪرڻو پوندو آهي.“

”جنهن کي ماءُ يا پيءُ نہ هجي تہ پوءِ؟“

”پوءِ پاچائي.“

”جي پاچائي ڏير کان ناراض هوندي پوءِ تہ ڪا بڇڙي زال چنبڙائيندي هوندس.“

مان کلي ويٺس. سوزي مون کان ڳالهيون پڇندي رهي — اسان جي ريتن رسمن، رهڻيءَ ڪهڻيءَ، ادب ۽ آرٽ جون ڳالهيون. ۽ مان ڪجهہ ڪوڙا ۽ ڪجهہ سچا جواب ڏيندو رهيس.

”تو سندو ماتر جي پراڻي تهذيب جا کنڊر ڏٺا آهن؟“

”مان تہ جڏهن بہ اداس ٿيندو آهيان تڏهن انهن کنڊرن تي ويندو آهيان.“

”جڏهن انهن کنڊرن تي ويندو آهين تہ ڇا محسوس ڪندو آهين؟“

”موهن جي دڙي کي ڏسي وقت جي دهشت کان دل دهلجي

ويندي آهي سوچيندو آهيان ته هتي به اسان جهڙا انسان رهندا هوندا . هنن به اسان جيان محبتون ۽ نفرتون ڪيون هونديون. ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جي جانده هنن کي به اسان جيان پيٺو هوندو. ڪي ارڏا اڙينگ انياءَ سان اٽڪيا هوندا ۽ ڪنهن شاعر انسان جي ڀلائي جا خواب ڏٺا هوندا. اهي سڀ انسان ڪيڏانهن ويا. ڇا انسان جي سموري ڇڪتاڻ، هڻ - هٽان ۽ شاعرن جي سمورن خوابن جو انجام هي کنڊر آهن."

"شاعر آهين؟"

"نه."

"ليکڪ آهين؟"

"ها، چار ڪچيون ڦڪيون آکاڻيون لکيون اٿم."

"پوءِ ته وڏو ماڻهو آهين."

هن جي ڳالهه ٻڌي کل اچي ويم. پنهنجي ملڪ جا اهي سڀيئي شاعر ۽ ليکڪ ياد پيم جيڪي قلم جا ڀالا هٿان ۾ ٿنبي، پنهنجن رت ڦڙن مان گل گونچ اپائيندا آهن ۽ انسان جي عظمت ۽ ڀلائيءَ جا گيت ۽ ڪهاڻيون لکندا آهن.

"ڪهڙي قسم جون ڪهاڻيون لکندو آهين؟"

"نو جهڙن حسين ڇهرن جون ڪهاڻيون لکندو آهيان. ۽ اهڙن مجبور ۽ محروم انسانن جون ڪهاڻيون لکندو آهيان جن جا خواب تو جهڙا حسين ۽ جوان هوندا آهن. پر اهي خواب جوانيءَ ۾ ئي مري ويندا آهن."

"ڪميونسٽ آهين؟"

”اپر چونسٽ آهيان.“

هوءَ کلڻ لڳي.

”پلا توکي اسانجي آسٽريليا پسند آئي؟“

”سٺو ملڪ آهي، باقي شهر سڀ هڪ ٻئي جو نقل ٿا لڳن.“

”ان جو سبب اهو آهي جو اسان جا شهر تاريخ جي سيني مان نه اسريا آهن. انڪري اسان جي ڪنهن به شهر جي ڪا الڳ شخصيت ناهي، ڪنهن بہ شهر جي تصور سان ڪو داستان، ڪو رومان ذهن ۾ ڪانهي. ان ڪميءَ کي دور ڪرڻ لاءِ اسان شهرن جا نالا آسٽريليا جي اصلوڪن رهاڪن جي ٻوليءَ جا رکيا آهن. پر صرف نالن سان تہ شخصيت ڪانہ ٿئي آهي. اوهان جا شهر تاريخ ۽ فطرت جي سيني مان اڀرين اسريا آهن جيئن جهنگ اسرندو آهي. انڪري اوهانجي ملڪ ۾ شهرن کي پنهنجي پنهنجي شخصيت آهي.“

”شهرن ڪانسواءِ مونکي تہ هتان جا ماڻهو بہ هڪٻئي جو نقل ٿا لڳن.“

”ماڻهو تہ واقعي هڪ ٻئي جو نقل آهن. ساڳيو لباس ساڳيو رنگ ساڳي ٻولي. تڏهين تہ ڇهيو هيومانءِ تہ اسان جي بي رنگ تهذيب جي يڪسانيت کان اڃان بيزار ڪون ٿيو آهين. هاڻي بي ڳالهہ ڇڏ. اڄ منهنجي هڪ ساهيڙيءَ پنهنجن دوستن کي پارٽي ڏني آهي. مونکي بہ سڏيو اٿس. مون تنهنجي ڳالهہ ڪئيماس تہ چيائين تہ توکي ضرور وٺي

اچان. سو جي هلين ته اتي هلي ماني کائون.“

”ڇو نه هلندس.“

”چڱو پلا ويهه ته مان هن کي فون ڪري اچان.“

هوءَ فون ڪري آئي ۽ ٽائيم ڏسندي چيائين.

”هينئر ساڍا اٺ ٿيا آهن. پاڻ نائين لڳي هتان هلنداسين. مون جڏهن پنهنجي ساهڙيءَ کي ٻڌايو ته تون به هلڻ لاءِ راضي ٿيو آهين ته هوءَ ڏاڍي خوش ٿي. اسان آسٽريليائي ٻين سان ملڻ لاءِ سڪندا آهيون. اسان جو ملڪ هڪ طرف آهي، سو ڏورانهين ملڪن جا ماڻهو مڙيئي گهٽ ايندا آهن. اتي هلي ڏسجانءِ ته تنهنجي ڪيتري نه عزت ٿي ڪٿي وڃي. منهنجي ساهڙي ته جهڙي ڪا مشهور ۽ دولتمند عورت نه آهي پر مون جهڙي هڪڙي گمنام ۽ عام ڇوڪري آهي. تو جهڙي وڏي ماڻهوءَ سان ملندي ته خوش ٿيندي.“

هن هر گهڙيءَ مون کي وڏو ماڻهو ٿي سڏيو، ڇاڪاڻ جو مون کيس ٻڌايو هو ته مان ليکڪ آهيان. ڇا ليکڪ به وڏا ماڻهو ٿيندا آهن! ڏنڙيل، ڏڪاريل، پنهنجن خوابن جي ميٽن تي روئيندڙ ليکڪ ڪيئن وڏا ماڻهو ٿي سگهن ٿا.

اوچتو هال جون بتيون وسامي ويون ۽ سامهون اسٽيج تي تيز روشني وارا بلب ٻرڻ لڳا ۽ ٻه چار عورتون ۽ مرد ساز وڄائڻ ۽ نچڻ لڳا. مون سوزيءَ کي ڪن ۾ چيو.

”هوٽل وارن کي سهڻين ڇوڪرين کي اندر اچڻ جي اجازت نه ڏيڻ گهرجي.“

”ڇو؟“

”انڪري جو سندن ٻنهين وسائڻ جو مقصد فوت ٿي وڃي ٿو.“

”ڪيئن؟“

”ڏس ٿي هنن ٻنهيون وسائي ڇڏيون آهن ته جيئن هال ۾ اونده ٿي وڃي پر تنهنجي چهري جي نور ۾ سارو هال پيو جرڪي.“

هوءَ کلي ويئي ۽ چيائين.

”توکي عورت سان گفتگو ڪرڻ جو ڍنگ اچي ٿو. جي هن پارٽيءَ ۾ ڇوڪرين کي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائيءَ ته ڀڄائي ويندءِ.“

هيتر اسٽيج تي ساز تيز ٿي ويا ۽ ٻــه چار عورتون ۽ مرد سازن جي تيز لئي تــي نچڻ لــڳا. هال ۾ ويٺل ماڻهو بي اختيار ٿي تاڙيون وڄائڻ لڳا.

”ڪيئن اسانجو مغربي ناچ پسند اچيئي ٿو؟“

”مونکي ته ائين ٿو محسوس ٿئي ڄڻ سيني کي ماليخوليا ٿي پيئي آهي يا ڪين ڏينهن پيا ڏنگ هڻن.“

ٿوري دير تائين اسان اهو ماليخوليا وارو نــاچ ڏسندا رهياسين ۽ پوءِ جڏهن نو وڳا ته اٿياسين.

سوزيءَ جي ساهيڙيءَ جي گهر ۾ گهڙياسين ته هن ڏاڍي سڪ سان اسانجو آڌرڀا ڪيو. سوزي اسانجو تعارف ڪرايو ۽ مونکي خبر پئي ته هن جو نالو ايليس آهي. ايليس چڱي سهڻي ڇوڪري آهي. پر سوزيءَ جي ساڀون سندس سونهن مونکي متاثر نه ڪيو.

”ايليس، احمد پنهنجي پوليءَ جو ليڪڪ به اٿيئي، پنهنجي ملڪ موٽندو تہ آسٽريليا جي پس منظر ۾ ڪهاڻيون لکندو، سو هن کان مڙيئي ڊپ ڪجانءِ تہ ڪٿي پاڪستاني پڙهندڙن ۾ بدنام نہ ڪريئي.“

”پوءِ تہ احمد خطرناڪ ماڻهو چئبو. هاڻي هلو، پنهنجا پنهنجا گلاس کڻو تہ احمد جو مهمانن سان تعارف ڪرايان. مون سڀني مهمانن کي ٻڌائي ڇڏيو آهي تہ اڄ اسانجو هڪڙو پاڪساني دوست بہ اچڻو آهي، سو سڀئي احمد جا منتظر آهن.“

اسان پنهنجا پنهنجا گلاس کنيا ۽ ايليس اسان کي هڪڙي وڏي هال ۾ وٺي آئي. هال ۾ هلڪي هلڪي اونده ڇانيل هئي، مدہم سرن ۾ سازن جا ريڪارڊ وڄي رهيا هئا ۽ عورتون ۽ مرد ننڍين ننڍين ٽولن ۾ بيٺا ڳالهيون ڪري رهيا هئا. سوزيءَ تہ چيو هو تہ ايليس عام ۽ غريب عورت آهي، پر هن وٽ ڪهڙي شيءِ جي ڪمي هئي. ڪار، ٽيليفون، ٽيليويزن، پيانو، فرنيچر، قالين. سندس گهر اهڙو تہ سينگاريل هو جو اسانجي ملڪ ۾ ڪنهن رشوتي سي-ايس-پي آفيسر جو گهر بہ اهڙو سينگاريل نہ هوندو. اچي ۽ ڪاري غربت ۾ بہ ڪيترو نہ فرق آهي!

”خواتين و حضرات،“ ايليس اعلان ڪندي چيو، ”مان ڏاڍي فخر سان پنهنجي غير ملڪي مهمان احمد جو اوهان سان تعارف ڪرايان ٿي. اچو تہ اسان پنهنجي پاڪستاني دوست جي صحت جو جام پيئون.“ سڀني مهمانن

پنهنجا پنهنجا گلاس هوا ۾ لهرايا ۽ چپن تـي چاڙهي ڇڏڻ لڳا.

مان هڪڙو گمنام ۽ بي نشان ليکڪ اڄ ڪٿي اچي نڪتو هوس. ڇا اهو مان ٿي هوس، جنهن جي هڪ پاسي سوزي ويٺي هئي ۽ ٻئي پاسي ايليس ۽ جنهن لاءِ هيڏا سارا اڇا مهذب ماڻهو، اسانجا اڳوڻا حاڪم، هاڻي جـا رزاق، ڪارن لاءِ ڪوريا ۽ ويٽ نام ۾ وڙهندڙ اڇا مهذب ماڻهو، جام خالي ڪري رهيا هئا.

”مهربان،“ ايليس جو آواز گونجيو، ”مان اوهان کي خبردار ڪريان ٿي احمد ليکڪ آهي. سو هـن سان خيال سان هلجو ته ڪٿي سندس قلم جو شڪار نه ٿي وڃو.“

ٿورڙي دير ۾ مان مهمانن جـي گهيري ۾ هئس. هر ڪنهن پنهنجو تعارف ٿي ڪرايو. پوءِ ته سوالن جا سلسلا شروع ٿي ويا.

”پاڪستان ڪٿي آهي؟“

(دنيا جي نقشي تي)

”هينئر به اتي راجا مهاراجا آهن؟“

(سڀ ڪجهه ساڳيو آهي رڳو نالا بدلجي ويا آهن.)

”پاڪستان جي آدم شماري ڪيتري آهي؟“

(اسانجو سفارت خانو ڇا ٿو ڪري!)

”هيءُ آهي آمريڪا اوهان کي ڏاڍي مالي مدد ڏيندي آهـي؟“

(ها . هينئر اسـان آمريڪا کي ايسٽ انڊيا ڪمپني

ڪوٺ جي اجازت ڏني آهي.)

”اوهان جا چين سان تعلقات ڇو آهن؟“

(ڇو نہ هجن)

هڪڙي عورت، جيڪا هند و پاڪ جي تاريخ سان واقف ٿي لڳي ٿنهن پڇيو.

”هندستانين ۽ پاڪستانين ۾ ڪهڙو فرق آهي؟“

”محترمہ، هونءَ تہ اسان ۾ ۽ هندستانين ۾ گهڻو ئي فرق آهي، پر مان اوهان کي هڪڙو معمولي فرق ٿو ٻڌايان. هندستان ۾ شيواجي نالي هڪڙو تاريخي شخص ٿي گذريو آهي. هندستاني هن کي پنهنجو قومي هيرو سمجهندا آهن پر اسين کيس ڦورو ۽ باغي.“

هن منهنجي ڳالهہ نہ سمجهي سو وري پڇيائين.

”ڀلا اوهان جدا ملڪ جي گهر ڇو ڪئي؟“

”اوهان اسپين جي تاريخ پڙهي آهي. اسپين ۾ ڪئي صديون مسلمان حڪومت ڪندا رهيا پر اڄ اتي هڪ بہ مسلمان ڪونهي. اسان تاريخ کان ڏسي ڏناسين تہ ڪٿي تاريخ هندستان ۾ بہ پنهنجو پاڻ کي نہ دهرائي. ان ڪري اسان هڪ جدا ملڪ جي گهر ڪئي.“

”اوهان هڪ يا ڏيڍ صديءَ تائين انگريزن جا غلام رهيا آهيو ڇا انگريزن اوهان کي مهذب بڻايو؟“ ان ساڳي عورت سوال ڪيو. سندس سوال تير وانگر منهنجي هانءَ ۾ وڃي کتو.

”جي تهذيب ريل گاڏي، ٽيليفون ۽ ريڊيو جهڙي

شين جي ايجاد جو نالو آهي ته پوءِ مان اعتراف ڪندس ته انگريزن اسان کي واقعي مهذب بڻايو. پر جي تهذيب ڪنهن قوم جي روحاني، جذباتي ۽ جمالياتي تجربن جي گڏيل اظهار جو نالو آهي ته پوءِ مان چوندس ته اسان هنن کي مهذب بڻايو. محترم، اسان ڪارڻ ڪان اوهان رڳو هڪ ڳالهه ۾ اڳتي آهيو ته اوهان اسان کان اڳ تباهه ڪندڙ هٿيار ايجاد ڪيا، نه ته، نه هندو ۽ پاڪ ڪندڙ غلام ٿئي ها، نه هيروشيما تباهه ٿئي ها ۽ نه اوهان آسٽريليا جي اصلوڪن رهاڪن کي سندن ئي وطن ۾ جلاوطن ڪري هتي اچي آباد ٿيو ها.“

منهنجو جواب ٻڌي سڀ خاموش ٿي ويا. ماحول تي تلخ خاموشي ڇانئجي وئي. آخر هڪڙي نوجوان خاموشي کي ٽوڙيندي چيو.

”اوهان سچ ٿا چئو ته يورپي ماڻهن سڀ کان اول تباهه ڪندڙ هٿيار ايجاد ڪيا ۽ اهڙيءَ ريت هنن ايشيا کي غلام بڻايو. پر جي اوهان ايشيائي اسان کان اڳ اهڙا هٿيار ايجاد ڪيو ها، ته ڇا اوهان اسان کي غلام نه بڻايو ها؟ اها سڀ تاريخ جي اڪ پوٽ راند آهي، نه ته بنيادي طرح مان ڪير ڪنهن کان برتر ڪونهي. ويهين صدي ته بين‌الاقواميت جي صدي آهي. ڪارن ۽ اڇن جي عالمي برادريءَ جي صدي آهي. اوهان هتي اچي ڏنو هوندو ته اسان آسٽريليائي رنگ جي مت ڀيد کان متاوان آهيون.“

واقعي ويهين صدي اڇن ۽ ڪارن جي عالمي برادريءَ

جي صدي آهي، تڏهن ته آسٽريليا ۽ آمريڪا جا اڇا سپاهي پنهنجو گهر ٻار ڇڏي ويٽ نام جي جهنگن ۾ ڪارن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي وڙهي رهيا آهن. پر هن ئي صديءَ ۾ مون آسٽريليا جي اصلوڪن ڪارن کي پنهنجي رنگ ڪان شرمسار ڪند جهڪائي سڊنيءَ جي سڙڪن تي گهمندو ڏٺو آهي. مون سندن نيائين جهڙن نمائن نيڻن ۾ صدين جا سور ۽ اڻ پورين آرزوئن جا ناسور ڏٺا آهن. ڏاڍ ۽ ڌمڪاءَ سان چيپائيل روحن جون ريهون ٻڌيون آهن. اڄ به هنن کي متي لڪائڻ لاءِ اجهو ۽ انگ ڍڪڻ لاءِ لٽو ڪونهي. ها مون ڏٺو آهي ته آسٽريليائي رنگ جي مت پيدڪان متاوان آهن تڏهن ته مون ڪاري جي صحت لاءِ جام خالي ڪيا پيا وڃن ۽ مون کي هيڏي عزت ۽ سڪ ڏني پئي وڃي. پر ايڏي عزت ۽ سڪ جي باوجود مان هتان جو شهري ٿي نٿو سگهان ڇاڪاڻ جو مان ڪارو آهيان ۽ آسٽريليا جو هيڏو سارو ڪنڊ صرف چند اڇن لاءِ آهي.

"منهنجي هڪڙي پاڪستاني شاعر دوست ٻڌايو هو ته آسٽريليائي ڪارن کان نفرت ڪندا آهن پر هتي اچي خبر پيم ته هو ڪوڙو هو. ان ڪري جو آسٽريليائي ته پاڻ ڪارن سان پيار ٿا ڪن."

"تنهنجو اهو شاعر دوست پڪ ڪميونسٽ هوندو،" هڪڙي سهڻي ڇوڪريءَ چيو. مون کي ڪل اچي وئي.

"منهنجي منڙي سهڻي يورپي گڏي. تنهنجن نازڪ ۽ سهڻن چپڙن تي ڪميونزم جهڙو آگرو ۽ قبيح لفظ نٿو ٺهي."

مون هيڏانهن هوڏانهن نهاري پرندڙ ڇهرن ۽ جرڪندڙ جسمن ۾ سوزيءَ کي ڳوليو. هوءَ پريان پيانو کي ٽيڪ ڏيئي ايليس سان ڳالهيون ڪري رهي هئي. مون کي ڏسي مرڪي ۽ اشاري سان ڇيائين.

”ڏاڍو سٺو پيو وڃين!“

مان گوڙ مان پاڻ بچائي سوزيءَ ڏانهن وڌيس ته ايليس هن جي ڪن ۾ ڪا ڳالهه ڪئي. ويجهو ويس ته سوزيءَ چيو.

”خبر اٿئي ايليس ڇا ٿي چوي. چوي ٿي ته يا ته تون ڏاڍو عيار آهين يا ڏاڍو معصوم. ان ڪري جو هر وقت ڪلندو ٿو رهين.“

”منهنجي خيال ۾ ايليس جي ٻوئين ڳالهه صحيح آهي ته مان ڏاڍو معصوم آهيان. مان اوهان کي پنهنجي هروقت مرڪڻ جو سبب ٻڌايان ٿو. گهڻو وقت ٿيندو مون ’ڪلڻو‘ نالي هڪڙو ناول پڙهيو هو. ناول جي هيرو کي ننڍپڻ ۾ ڪي بدمعاش کڻي ٿا وڃن ۽ سندس چپن جي اهڙي ريت ته آپريشن ٿا ڪرائين جو هو هروقت کلندو ئو رهي. وڏو ٿئي ٿو ۽ زندگيءَ جي عذابن ۾ سندس دل دانهن ٿي ڪري پر سندس چپ کلندا ٿا رهن. مان به اهڙو ئي ڪلڻو آهيان.“

رات جو جڏهن پارٽي ختم ٿي ۽ سيئي مهمان هليا ويا تڏهن ايليس مون کي ۽ سوزيءَ کي پنهنجي ڪار ۾ پنهنجي پنهنجي جاء تي ڇڏي ويئي. اچڻ سان پلنگ تي ليٽيس ته اهڙي ته ننڊ ڪئي ويم جو منجهند جو ٻارهين لڳي جاڳيو آهيان ۽ توڏانهن هي خط لکي رهيو آهيان. وڌيڪ احوال

ٻئي خط ۾ لکندو ساڻ. في الحال موڪلائي، جو سٽين لڳي آفيس پهچڻو اٿم.

سدائين توهانجو
احمد

• د ينسفدڪ هوٽل،
سڊني •

اد، رات جا ٽي لڳي رهيا آهن. سڊني رنڊيءَ جيان ٽڪي ٽڪي ۽ ساٽي ٽي پيئي آهي. سمنڊ رات جي ڪاري چادر تاڻي سمهي پيو آهي پر ڪيس ننڊ ڪٿي! مون وانگر پيو لڇي، ڦٿڪي ۽ تڙپي. الائي ڪهڙي يوناني ڊرامانويس چيو هو ته سمنڊ ڌرتيءَ جا ڦٽ ڌوئيندا آهن. پر سمنڊ ته پنهنجي ئي اندر جي لوڇ ۾ پيو لڇي ۽ ڦٿڪي، ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي ٻچڙن جا ڦٽ پيا چڪن.

منهنجي پهرين خط ۽ هن خط جي وچ ۾ جيڪا وڇوٽي آهي، تنهن ۾ ڏاڍا عجيب واقعا پيش آيا آهن. اهو ايترڙو عرصو منهنجي ۽ سوزيءَ جي وچ ۾ مشرق ۽ مغرب جي فاصلن جيان حائل ٿي ويو آهي. ويجهڙائي ڪيئن دوري بڻجي وڃي ٿي. ساه ڪان ويجها سپرين ڪيئن اوپرا ۽ اڻڄاڻ ٿي وڃن ٿا. ڇا سڀيئي انساني منڙا رشتا وقت جي اک ٻوٽ راند آهن؟

ان ڏينهن توکي خط لکي آفيس ويس. مان واندو ٿيس ته سڌو لئبريريءَ ۾ وڃي پهتس. مون کي ڏسڻ سان سوزيءَ

جي چپڙن تي مرڪ ڦهلجي وئي.

”ڪلاٽا انسان. تنهنجي مرڪ ڏاڍي وڻندڙ بيماري آهي. هڪ ڏينهن توسان گذاريو اٿم ته مون کي اها بيماري وٺي وئي آهــــي. هر وقت ٿي مرڪندي وتان. ڀلا ٻڌاءِ راتوڪي پارٽي پسند آئيءِ؟“

”ڏاڍي پسند آئي.“

”اڄوڪي پارٽي راتوڪيءَ کان به وڌيڪ پسند ايندءِ.“

”اڄ به ڪنهن پارٽيءَ ۾ هلڻو آهي ڇا؟“

”صفاڪوويسارو آهين. راتوڪي ڳالهه به يادڪانهي.“

اصل ۾ رات ايترن ماڻهن ته دعوتون ڏنيون جو يادئي نه رهيم ته ڪنهن ڪنهن دعوت ڏني آهي.“

”رات جنهن خوبصورت عورت پنهنجي تواريخ داني ڏيکارڻ لاءِ توکان اجايا سجايا سوال ٿي ڪيا. تنهن اڄ پارٽيءَ ۾ سڏايو آهي. منهنجي ته رات واقف ٿي آهي باقي ايليس جي سو پراڻي ساهيڙي آهي. اسان مغربي عورتون غير ملڪين سان دوستي پيدا ڪرڻ ۾ ڏاڍو فخر محسوس ڪنديون آهيون. تون ستين لڳي مون وٽ اچجانءِ ته ٻوءِ اوڏانهن هلنداسين. ايليس به مون وٽ پهچي ويندي. چڱو ٻوءِ ملنداسين. في الحال خدا حافظ.

مان جڏهن سوزيءَ جي فليٽ تي پهتس تـــه هو ٻئي منهنجو انتظار ڪري رهيون هيون. اسان ايليس جي ڪار ۾ سندس ساهيڙيءَ جي گهر پهتاسين هيءَ پارٽي به راتوڪي پارٽيءَ جو نقل ٿي لڳي. ساڳيا ڏنگيندڙ، جلندڙ، جلائيندڙ

چلبل بادامي جهڙا بدن. پاڪستان بابت ابتا سبتا سوال ۽ منهنجا ڪجهه ڪوڙا ۽ ڪجهه سچا جواب. مان پنهنجو پاڻ کي ڪيترو نه اهم سمجهي رهيو هوس. هوءَ سازي پارٽي، پارٽيءَ جي ساري رونق، مسڪراهٽون، ٽهڪڙا ۽ سرگوشيون منهنجي ڪري هيون. مان مهمانن جي هجوم ۾ وڌندو هوس ۽ سڀئي مون کان سوال پڇي رهيا هئا. اوچتو هال ۾ تيز ساز گونجڻ لڳا. اسان سڀني ڪنڌ ڦيري ڏٺو. پريان سوزي هڪڙي نوجوان سان نچي رهي هئي. پنهي جون اکيون هڪ ٻئي ۾ کتل هيون ۽ ٻئي سازن جي تيز لئي تي، پير زمين تي هڻي چپٽيون وڄائي نچي رهيا هئا. سوزيءَ جو انگ انگ، سنڌ سنڌ؛ لونءَ لونءَ تي ٿڙڪي، ڦڙڪي ۽ ڦتڪي، جهڙو پارو. سندس پور پور مان مست، وحشي، چري ۽ چٽي جواني ٿي ڇلڪي. چانديءَ جهڙن وارن جون چمڪندڙ چڳون سندس ويڪري ۽ روشن پيشانيءَ تي پريشان هيون ۽ هوءَ انهن چڳن مان ان نوجوان کي گهوري نچي رهي هئي. سندس نيرن نيڻن ۾ شراب ۽ جوانيءَ جي مستي هئي. هوءَ ڪيتري نه خوش ٿي لڳي. سندس وچ جيان وراڪا ڏيندڙ بدن، ڳاڙهاڻ مائل نيريون اکيون ۽ پيشانيءَ تي پريشان چڳون ڪهڙيون نه موهيندڙ هيون. پر منهنجي دل چو ڀئي وسامندي وڃي. خوشين جو جوڀن چو ڀيو لڳيو وڃي. پاڻ سنڀال اي دل! تنهنجي ۽ هن جي وچ ۾ ٻن ڏينهن جي آشنائي کانسواءِ ٻيو رشتو به ڪهڙو آهي.... پر ڪير ٿو چئي ته هن جي ۽ منهنجي وچ ۾ صرف ٻن ڏينهن جي

آشنائي جو رستو آهي. مان ته هن کي صدين کان سڃاڻان.
اهي چانڊاڻ جهڙا چمڪندڙ وار صدين کان منهنجي هنج ۾
لهرايا آهن. انهن نيرن اکڙين جي اٿاه اونهاين ۾ ٻڏي مون
زندگيءَ جا سمورا اسرار ۽ ڳجهه سلجهايا آهن. سندس سنڌ
سنڌ منهنجي سونهون آهي.... اوچتو ساز چوٽ تـي پهچي
بند ٿي ويا ۽ سوزي ٿهڪڙا ڏيندي، ساٿي ٿي اچي ديوان
تي ڪري. جيتري دير پارٽي هلي سوزي پيئندي، نچندي،
ڳائيندي رهي. هن مون سان ڳالهايو به ڪونه. چڻ مون کي
سڃاڻي ئي ڪانه، چڻ منهنجو وجود ئـي ڪونه هو. جڏهن
پارٽي ختم ٿي ته هوءَ مونکان موڪلائڻ کانسواءِ ان نوجوان
سان ڪار تي هلي ويئي، مان ايليس جـي ڪار ۾ پنهنجي
هوٽل ۾ موٽي آيس. واٽ تي ايليس مون سان سوزيءَ جي
ڪا ڳالهه نه ڇيڙي. هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪندي
رهي چڻ منهنجي دل تي ٻهلايائين. موڪلائڻ مهل جڏهن
مون مرڪي کيس خدا حافظ چيو ته چيائين.

”تون واقعي ان ناول جي هيرو جهڙو ڪلٺو آهين.“

پلنگ تي ليٽيس ته ننڊ ئي نه اچيم، رڳا تي پاسا ورايم.
پلنگ تي جهڙا تانڊا پيا هئا جن ۾ سارو تن تي تنور وانگر
پچريو. آخر سوزي مون سان اهڙي بـي رخيءَ سان ڇو
پيش آئي هئي، ڪالهوڪي هڪ ئي ملاقات ۾ اسان هڪ
ٻئي جي ڪيترو نه ويجها اچي ويا هئاسين. پـر اوچتو ئي
اوچتو، بنان ڪنهن سبب جي هوءَ مون کان ڪيترو نه دور
ٿي وئي هئي. آخر ان دوري جو سبب ڇا هو، ڇـا مون

ڪا اهڙي ڳالهه ڪري وڌي هئي جيڪا فاصلو بڻجي اسان جي وچ ۾ حائل ٿي وئي هئي. جنهن نوجوان سان هوءَ نچي رهي هئي سو ڪهڙو نه حسين ۽ جوان هو. مون ٽپ ڏيئي بتي ٻاري ۽ آئيني ۾ پاڻ کي ڏسڻ لڳس مان به ڪو شڪل جو بڇڙو ته ڪونه آهيان. پر مان ته ’ڪارو‘ ايشيائي آهيان. شايد منهنجو رنگ ئي سوزيءَ جي اهڙي ورتاءَ جو سبب بڻيو آهي نه ته.... اهو منهنجو احساس ڪمتري آهي. هن جي دل ۽ دماغ تي شراب جو نشو ايترو ته چڙهي ويو هو جو ان وقت هن پنهنجو پاڻ کي بس، ڪونه ٿي سڄاتو. ان خيال مڙيئي هانءَ تي ٿورو ٿڌو ڇنڊو هنيون ۽ مان پلنگ تي اچي ليٽيس. پر وري اندر ۾ باهه جا پيچ پڙڪي پيا. هينئر سوزي ان نوجوان سان هوندي. سندس زلفون هينئر ان نوجوان جي هنج ۾ پکريل هونديون. سندس سنڌ سنڌ گرم هٿن جي ڇهاءَ سان ڦٿڪندو ۽ ٿڙڪندو هوندو.... ساري رات ائين جلندو رهيس. صبح جو آفيس ويس ته سوزيءَ سان ڪونه مليس.

ادا، توکي ياد هوندو. گهڻو وقت اڳ مون توڏانهن لکيو هو ته مونسان گڏ گهانا ۽ فلپين جا به ڇوڪرا بس ٽريننگ وٺي رهيا آهن. فلپينو جو نالو جاني آهي ۽ گهانا واري ڇوڪري جو نالو جم آهي. جيتوڻيڪ آسٽريليائي اسان غير ملڪي ڪارن سان ڏاڍو سٺو سلوڪ ڪري رهيا آهن پر ته به الائي ڇو اسان ڪارن کي پنهنجو پاڻ ۾ جيڪو ٻهنجائپ جو احساس ٿيو ٿئي سو آسٽريليائي اچن مان نٿو

ٿئي. شايد انڪري جو اڄان اسان جي مُرن ۾ ڪراڙن ٿي غلامي جي زنجيرن جا زخم تازا آهن. ۽ انهن زخمن جي رشتي اسان کي هڪ ئي ڪٽنب جو ڀاتي بڻائي ڇڏيو آهي. نه ته ڪٿي گهانا، ڪٿي فلپين ۽ ڪٿي پاڪستان. ان ڏينهن جيئن ته مان سوزي ۽ مان ڪونه مليو هوس انڪري شام جو هن سان ڪو پروگرام ڪونه هو. مون ڄاڻي ۽ ڄم کي پاڻ وٽ سڏايو، شام جو هو آيا ۽ اسان ويٺا پي رهيا هئاسين جو اوچتو در کڙڪيو. مون اٿي در کوليو ته حيرت ۾ وات ئي ڦاٽي ويو. سامهون سوزي ۽ ايلس بيٺيون مرڪي رهيون هيون.

”حيران ڇو ٿيو ٿين. اسان اهو ڏسڻ آيا آهيون ته راتڪو ڏک سهسايو اٿئي يا اڄان نه“ ايليس چيو. سوزي کلڻ لڳي. مون هنن کي اندر آڻي ويهاريو ۽ ڄاڻي ۽ ڄم سان تعارف ڪرايو مان. هو پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا ۽ مون يڪدم هنن لاءِ گلاس تيار ڪري ورتا، ايليس مان ڪري پي رهي هئي ۽ سوزي ڏاڍي دلچسپيءَ سان هنن کان سندن ملڪ بابت سوال پڇي رهي هئي. ساڳيا سوال هن مونکان به پڇيا هئا. تڏهين به هن جي چهري تي اهڙي ئي پاراٿي حيرت ڇانيل هئي. ڇا هن جو مونسان تعلق محض هڪڙي اجنبي ملڪ مان آيل اجنبي انسان ۾ قدرتي طور. پيدا ٿيندڙ دلچسپي هئي. مون يڪدم کيت ڏيئي گلاس خالي ڪري ڇڏيو. سوزي هنن سان ڳالهائيندي رهي ۽ مان گلاس تي گلاس خالي ڪندو رهيس. هينئر سيني جي اکين تي مڏ جا

ڪيپ چڙهڻ لڳا. سوزي جي اکڙين ۾ ڳاڙهاڻ تـرڻ لڳي. هن اٿي ريڊيو آن ڪيو، ريڊيو تـي ساز وڄڻ لڳا. سوزي مونکي ٻانهن کان اچي جهليو.

”اٿ ته نچون.“

”مان نچڻ ڪونه ڄاڻان.“

”تون اٿ ته سهي مان پاڻيهي سيکاريانءِ ٿي.“

مـان اٿيس ۽ ٻـانهن سندس چيلهه جهڙي چيلهه ـ جـي چوڌاري ورائي، ڪيس سيني سان لائي، سازن جي هم آهنگي ۾ قـدم اکڻي ۽ پٺتي کڻڻ لڳس. هوءَ منهنجي ڪيترو تـه ويجهو هئي. انگ انگ تي مونکي ڇهيو.

”ڪلٽا انسان. اڄ ائين خاموش ڇو آهين؟“

”پهريون دفعو توکي ايتري ويجهڙائي کان ڏٺو اٿم ۽ تنهنجو حسن ڏسي حيران آهيان“

”تنهنجون ڳالهيون ڏاڍيون رومانوي ٿينديون آهن.“

”سوزي تون ڏاڍي حسين آهين.“

”مهرباني.“

”توکي ته ايشيا ۾ پيدا ٿيڻ گهربو هو.“

” ايشيا ۾ پيدا ٿيان ها ته هينئر ڪنهن پاڪساني جي حرم ۾ هجان ها ۽ ڪوٺن ۾ بند هجان ها. جيئڻ جو مقصد آزادي آهي، ۽ ويچاري ايشيائي عورت کـي ڪهڙي خبر ته آزادي ڇا آهي.“

”پر آزادي جون به ڪي حدون هونديون آهن.“

”مان ڪنهن حد جي قائل نه آهيان.“

مان ماٺ ٿي ويس.

”سوزي توکي خبر آهي ته منهنجي ٽريننگ جو وقت ختم ٿيڻ وارو آهي ۽ مان جلد ئي توکي ۽ تنهنجي ملڪ کي ڇڏي هليو ويندس“

”منهنجا ڪلٽا خوبصورت نوجوان زندگيءَ جي حقيقت صرف گذرندڙ گهڙي آهي. انڪري ايندڙ وقت جي بجاءِ هن گهڙيءَ بابت سوچ، جيڪا ٿوري دير کانپوءِ مرده ماضي جو حصو بڻجي ويندي.“

”مان ان وقت لاءِ ڪيئن نه سوچيان جڏهين مان توکان هميشه لاءِ جدا ٿي ويندس. سوزي مونکي توسان محبت آهي.“

منهنجي ڳالهه ٻڌي هوءَ کلڻ لڳي.

”توکي مونسان محبت آهي؟“ هن پڇيو

”ها، سوزي مونکي توسان محبت آهي.“

هوءَ وري کلڻ لڳي.

”اسان جي ملاقات کي ٻه يا ٽي ڏينهن ٿيا آهن. پر مونکي ائين ٿو لڳي ڄڻ مان توکي صدين کان سڃاڻان. ڇا توکي مونسان محبت ڪانهي؟“

”ڇئي نٿي سگهان.“ هن ڏاڍي بي نيازي سان جواب ڏنو.

”چوندا جو آهن ته محبت محبت کي پيدا ڪندي آهي.“

”اها صرف چوڻي آهي، جنهن جو حقيقي زندگيءَ سان ڪو واسطو ڪونهي.“

هن جا جواب ٻڌي اٺين محسوس ٿيڻ لڳم، ڄڻ عرش تان ڪلٽيون ڪائيندو فرش تي اچي ڪريو آهيان. ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو آهيان، ڇٽجي ويو آهيان.

ريڊيو تان رڪارڊ پورو ٿيو. مان ۽ سوزي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اچي ويٺاسين. ٿوري دير مس گذري ته ريڊيو تي وري ٻيو رڪارڊ وڄڻ لڳو. هن دفعي جم اٿي سوزيءَ کي ٻانهن کان جهليو ۽ کيس نچڻ جي دعوت ڏنائين. ايليس مونکي نچڻ لاءِ چيو. مان نچي ته ايليس سان رهيو هوس پر اکيون سوزيءَ ۾ کتل هيم. جم هن جي چيلهه جي چوڌاري هٿ ورائي کيس سيني سان لائي نچي رهيو هو.

”ڏاڍو ڪو ماڙيل آهين.“ ايليس چيو.

”ڇا؟“ مون خيالن مان سجاڳ ٿيندي پڇيو.

”جوان ٿي ڏاڍو ڪو ساڙيل آهين. نچي مونسان رهيو آهين پر اکيون سوزيءَ ۾ کتل اٿيئي، ائين ڪري تون منهنجي توهين ڪري رهيو آهين.“

”ايليس تون ڏاڍي حسين آهين. مشرقي شاعرن جي خوابن کان به وڌيڪ حسين.“

”بڪواس بند ڪر. مونکي بيوقوف نه بڻاءِ. مونکي خبر آهي ته توتي سوزيءَ جو ڀوت سوار آهي. پر هڪڙي ڳالهه ٻڌائي ٿي ڇڏيانءِ ته سوزيءَ مان ڪجهه ڪونه ورندءِ. اجايو پاڇولي پٺيان ٻيو ڊوڙين. اوهان مشرقي جنهن عورت کي پسند ڪندا آهيو تنهن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ ۽ رکڻ چاهيندا آهيو. پر سوزي قبضي ۾ اچڻ واري ڇوڪري

نہ آهي. هوءَ تہ آزاد پکيئڙو آهي. ڪنهن بہ رشتي جو پنڌڻ ڪيس قيد ڪري نٿو سگهي. ساءِ ـ پـيءُ مٿ مائٽ ڇڏي انگلنڊ مان لڏي هتي اڪيلي اچي رهي آهي. هتي دل نہ لڳس تہ آمريڪا يا ڪئنيڊا ڏانهن هلي ويندي. هوءَ گهريلو قسم جي ڇوڪري نہ آهي."

ايليس ڳالهائيندي رهي ۽ مان سوزيءَ ڏانهن ڏسندو رهيس. سوزيءَ تي شراب جو نشو چڙهي ويو هو ۽ هوءَ جم جي سيني تي مٿو رکي ٽـڙنڊڙ قدمن سان نچي رهي هئي. جم هن جي ڪن ۾ ڪجهہ چيو ۽ هوءَ مرڪي ويئي. پوءِ جم آگر سان سندس ڪاڏيءَ کي مٿي ڪيو ۽ پنهنجا چپ هن جي چپن تي.... مون سٽ ڏيئي ايليس کان پاڻ ڇڏايو ۽ ٽپو ڏيئي جم جي ڳچيءَ کان جهليم. ٻئي هٿ سان سوزيءَ کي ڇڪي پري ڪيو ۽ در کولي جم کي ڌڪو ڏيئي در بند ڪري ڇڏيم. اهو سڀ ڪجهہ اک ڇنڀ ۾ ٿي ويو. سڀ حيران، هراسيل ۽ هيسيل نگاهن سان مونڏانهن نهارڻ لڳا. اوچتو سوزيءَ جا نارا ڦاٽي ويا ۽ ڏاندن جيان ٻرڻ لڳا. نڪاءُ ڪري مونکي چماٽ وهائي ڪيڍيائين.

"وحشي، جاهل، اڻ سڌريل. تون پاڻ کي سمجهين ڇا ٿو. مان تنهنجو حرم آهيان. زر خريد ٻانهي آهيان. مشرقي غلام عورت آهيان. مشرقي وحشي مونکي تو کان نفرت آهي."

هن سٽ ڏيئي در کوليو ۽ زور سان رڙ ڪيائين.

"جم.... جم پيهہ مان اچانءِ ٿي."

هن جو آواز دور ٿيندو ويو. مان اتيئي پنڌ پهڻ ٿي بيٺو رهيس ۽ ايتري به خبر ڪانه پيم ته ايليس ۾ جاني ڪهڙيءَ مهل هليا ويا.

ان رات مون هڪ منٽ لاءِ به اک نه پوري. ساري رات صوفي تي ليٽي سگريٽ پيئندو رهيس. مون 'مشرقي وحشيءَ' جو ڪجهه ڪيو هو تنهن لاءِ نه مون پاڻ کي نِنديو ٿي ۽ نه ٿي ساراهيو ٿي. اهو سڀ ڪجهه مون غير شعوري طور ڪيو هو جنهن ۾ سوچ سمجهه ۽ ارادي کي ڪو دخل نه هو. ڪمري ۾ هر طرف ويراني ۽ تنهائي ڇانيل هئي. ٿوري دير اڳ ان ساڳي ڪمري ۾ سوزيءَ جي سونهن جي چانڊاڻ چمڪيل هئي سندس ٽهڪڙن جا گل ٽڙيا پر هينئر هر طرف ويراني ۽ تنهائي ڦهليل هئي ۽ مان مات ڪري ، بي ستو ٿي سگريٽ پي رهيو هوس. وقت جي آڏو انسان ڪيترو نه هيچ ۽ حقير آهي ۽ وقت ڪيترو نه رحيم ۽ ڪيترو نه قهار آهي. هڪ گهڙي خوشين اُجي رم جهم ته ٻي گهڙي رڻ ۾ راڙو. هڪ ڳالهه ته چڱو ٿيو جو اها ڪهاڻي اتيئي ختم ٿي وئي، نه ته ان ڪهاڻي جو انجام الائي ڪهڙن ناسورن تي ٿئي ها. مونکي اڄ ڀا سياڻي وقت ۾ فاصلن جا اٿاه ساگر اورانگي، هن پار پنهنجي ديس پهچڻو آهي. چڱو ٿيو جو محبت جي مکڙي ٽڙڻ کان اڳ ئي ڪومائجي وئي. جي اها مکڙي ٽڙي ها ته پوءِ زخم به ٽڙن ها. مان هت زخم وٺي ته نه آيو آهيان، مان ته پنهنجي زخمن ۾ ڇورا ڇور ٿيل ديس کان پڄي هتي خوشيءَ جون ٻه چار

گهڙيون گهارڻ آيو آهيان. سوزي ۽ منهنجو ميلاپ ٿي به ڪيئن ٿي سگهيو. مشرق ۽ مغرب به، ڪڏهين مليا آهن. هوءَ البيلي، ارڏي چنچل ۽ چلولي هئي، سندس سنڌ سنڌ وحشي جسماني مسرت جي مدّ لاءِ ازل کان اڃايل هو. ۽ مون مشرقيءَ سندس سونهن مان روحاني مسرت حاصل ڪرڻ ٿي چاهي. هوءَ آزاد فضائن ۾ اڏامندڙ پکيئڙو هئي ۽ مون کيس محبت جي پڃري ۾ قيد ڪرڻ ٿي چاهيو. چڱو ٿيو جو سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو.

صبح جو مان آفيس نه ويس، سوزي ۽ جم کي ڪيئن منهن ڏيکاري سگهان ها. سارو ڏينهن شهر جي سڙڪن تي رلندو رهيس. رستي تي لنگهندڙ عورتن مڙي ۽ مهربان مرڪ سان ٿي مون اجنبي ڏانهن نهاريو. مان به ڪهڙو نه ڇريو هوس جو رڄ پنيان رلي پنهنجو روح رتو ڇاڻ ڪيو هيم. هتي ته وک وک تي جوانيءَ مان سرشار، ڇلڪندڙ ۽ اٿلون ڏيندڙ جسم هئا، جيڪي مون اڃايل مشرقي کي سڏي رهيا هئا. هڪڙي ڇوڪريءَ مون ڏانهن نهاريو. مون به هن ڏانهن نهاريو. ٿورو مرڪيس ته هوءَ به مرڪي. ويجهو وڃي چيومانس.

”اجنبي اڃايل آهيان. پراڻي شهر ۾ اڪيلو ٿي پيو آهيان. ٿوري دير لاءِ ساٿ ڏينديءَ؟“

هن مرڪ سان هائوڪار ڪئي. هن کي وٺي اچي هڪڙي هوٽل ۾ وينس ۽ پيئڻ شروع ڪيوسين. مون هنجي حسن جي تعريف ڪئي ۽ هوءَ بڪل ميوي جيان منهنجي

جهول ۾ اچي ڪري. مان ڪيس پنهنجي ڪمري ۾ وٺي آيس. صبح جو جڏهين هوءَ هلي وئي ته ، وري سوزي ياد پيم. ڇا محبت ۾ جسم ڪانسواءِ به ڪا حقيقت آهي. منهنجو جسم تڪميل جي سرشاري ۾ ڏکي رهيو هو پر اندر ۾ اڻ تڻ هئي. جسم ڪانسواءِ ئي کهڙي تڪميل جي آنڌ مانڌ ۽ لوچ هيم. هينئرا ن لوچ ۾ اچِندي توڏانهن هي خط لکي رهيو آهيان. وڌيڪ ڇا لکان، وڌيڪ ڪجهه لکيو نٿو ٿئيم.

سدائين تنهنجو

احمد

فلائٽ نمبر ٧٥١/٠٣١

ڪنٽاس.

ادا، هي خط مان توکي هوائي جهاز مان لکي رهيو آهيان. اڄ مان هميشه لاءِ سوزيءَ جي سڊني کي ڇڏي هانگ ڪانگ وڃي رهيو آهيان. اسانجو جهاز هينئر سڊني جي هوائي اڏي تان اڏائو آهي. مان آخري دفعو سڊني کي الوداع چوڻ لاءِ دريءَ جي شيشي مان هيٺ نهاريان ٿو ته ڪيئي چاڪ چڪي ٿا پون. يادن جا هشام دل جي دريا تي ڏوڪيندا ٿا اچن. مان اڪيلو ۽ يادن جو هيڏو هجوم! ادا، ويجهو اچ ته توسان اندر اوريان.

ان رات واري واقعي ڪانپوءِ مون پر ڏينهن موڪل ورتي. ٽيئن ڏينهن آفيس مان فون تي اطلاع مليو ته مونکي

هفتي لاءِ ڪين برا ريڊيو اسٽيشن ڏانهن موڪليو ويو آهي ۽ مونکي هينئر جو هينئر هوائي اڏي تي پهچڻ گهرجي. مان ڏاڍو خوش ٿيس. ان عرصي ۾ مان سوزيءَ کي وساري سگهندس ۽ جم به ان رات واري واقعي کي وساري ڇڏيندو.

ڪين برا ۾ نـون ماڻهن سان مليس. نـوان هنگامان، نيون پارٽيون، نـوان چهرا، نيون مسرتون. اک ڇنڀ ۾ هفتو گذري ويو. جڏهين سڊني واپس وريس ۽ پنهنجي ڪمري ۾ پير پاتم تـه وري سـوزي ياد پيم. هـن جـو ڊگهو ۽ لچڪندڙ قد، جواڻ جماڻ ۽ سرشار جسم، آسمان جهڙيون نيريون ۽ وشال اکيون، چانديءَ جهڙيون چمڪندڙ ڇڳون. پر ڇگو ٿيو جو سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو.

مان سامان وغيره ناهي وهنجي سهنجي، صوفي تي ليٽي سگريٽ پي رهيو هوس تہ ٽيليفون جـي گهنٽي وڳي. اٿي رسيور کنيم.

”هلو.“

”ڇا مان احمد سان ڳالهائي رهي آهيان.“

”جي ها، مان احمد ڳالهائي رهيو آهيان.“

”هلو احمد مونکي نٿو سڃاڻين. مان سوزي آهيان.“

”سوزي تون!“ مون اچرج وچان پڇيو.

”پڇين تہ ائين ٿو ڄڻ مان انتقال ڪري وئي هئس ۽ هينئر اوچتو جيئري ٿـي پئي آهيان. ڪيئن آهين ڪين برا ۾ وقت ڪيئن گذاريءَ؟“

”ڏاڍو سٺو وقت گذريو. تون ڪيئن آهين.“

”مان پنهنجون خبرون پوءِ ڏيندي سانءِ، پهرين اهو ٻڌائي ته اڄ شام ڪو پروگرام ته ڪونهي.“

”ڪو خاص پروگرام ته ڪونهي.“

”شام مونوت اڄ تهگڏجي ماني کائون. اڄ مان توکي هڪڙي Surprise ڏيندس. ضرور اچجانءِ چڱو خدا حافظ.“

سوزيءَ مونکي هڪ نئين مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. ان رات ته سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو هو. پوءِ هوءَ مونکي پاڻ وٽ ڇالاءِ سڏائي رهي هئي. هوءَ مونکي ڪهڙي Surprise ڏيندي. ڇا هن جي دل ۾ ٻيهر محبت جاڳي پئي هئي. ڇا هن ان رات واري تلخيءَ کي دور ڪرڻ ٿي چاهيو، ته جيئن مان هميشه لاءِ پنهنجي ملڪ موٽي وڃان ته پاڻ سان هن جون ڪي تلخ يادون ساڻ کڻي نه وڃان.

شام جو مان سهي سنيري هن وٽ ويس. در کڙڪايم. هن در کوليو. اڄ هوءَ پهرين کان به وڌيڪ حسين ٿي لڳي. سندس بدن تي ڍڪيل ڪارو لباس، ڄڻ ڏينهن رات جو ميلاپ، ڄڻ اونده ۾ ٽمندڙ سوجهرو. مونکي ڏسي هوءَ ٽڙي پيئي.

”منهنجا ڪلٽا شاعر. اچي وڃين.“ هن اڳتي وڌي منهنجي ڇپن کي چميو: ”توکي هيترن ڏينهن کانپوءِ پاڻ وٽ ڏسي مونکي ڪيتري نه خوشي ٿي آهي. اوچتو ئي اوچتو هليو وئين. ٻڌائي به ڪونه. مون سمجهيو تون مونسان ملڻ لاءِ ايندين. پرتي ڏينهن گذري ويا تون نه آئين. تنهنجي آفيس مان وڃي پڇا ڪيم ته خبر پئي ته تون ڪجهن برا ويل آهين.“

هن جي ڳالهه ٻڌي منهنجي هانءَ جو ڪومائل ڪنول ڦڙي پيو. تڏهين هن ان رات واري واقعي کي وساري ڇڏيو هو ۽ ٻئي ڏينهن تي منهنجو انتظار به ڪيو هئائين. مان نه مليو مانس ته آفيس مان منهنجي پڇا به ڪيائين.

”اڄ منهنجو ڪمرو مهذب عورت جو ڪمرو ٿو لڳي. هر هڪ شيءِ ترتيب سان رکي اٿم. زندگي ۾ ترتيب ڪانهي ان ڪري ڪنهن شيءِ ۾ ترتيب ڪانهي. زندگي ڇڙ ڪٻاڙيءَ جو دوڪان آهي. اڌوراڻا جذبا، اڌوراڻيون خوشيون. ڀلا توکي منهنجا گل وڻن ٿا؟“ هن سامهون گلدانن ۾ رکيل رنگ برنگي گلن ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

”نه. مونکي نٿا وڻن.“

”ڇو؟“

”انڪري جو تنهنجي آڏو سندن رنگ روپ ۽ خوشبوءِ ختم ٿي وئي آهي.“

”اوه احمد، تنهنجيون اهڙيون ڳالهيون ته ياد پونديون هيم.“

هن وسڪيءَ جو گلاس مونکي ڏنو ۽ پنهنجو گلاس منهنجي گلاس سان ٽڪرائيندي چيائين: ”پنهنجي ڪلهي شاعر جي سدا بها مرڪ لاءِ.“

”پنهنجي سونهن پريءَ جي سدا بهار سونهن لاءِ.“

هن ڍڪ پريو ۽ چيائين: ”تنهنجي وچڙ ڪانپوه مون پاڪستان جي باري ۾ ڪتاب پڙهيا آهن. تون سنڌو ماتر جو رهاڪو آهين نه. ان ساڳي ماتر ۾ حر به پيدا ٿيا هئا.“

حرن جـو نـالو ٻـڌي منهنجي چپن تـي مغرور مرڪ ڦهلجي وئي.

”توکي پنهنجي قوميت تي ڪيڏو نه غرور آهي. اوهان مشرقين جو ڌرتيءَ سان رشتو ڪيترو نـه گهرو ۽ مضبوط آهي. ڀلا اهو ٻڌاءِ ته تون حر ته نه آهين؟“

”مان انهن ماڻهن مان آهيان جـن حرن تـي گوليون هلايون.“

”مون توکي چيو هو نـي تـه مان توکي Surprise ڏيندس. مون تـو لاءِ پاڪستاني طعام تيار ڪيا آهـن ڇا چوندا آهن انهن طعامن کي. ٻيهر ته ٻڌايانءِ ٿي.“

هن پنهنجي ڊائري کولي ۽ يڪدم چوائين: ”پلاءُ ۽ شامي ڪباب.“

مان سندس اچارن تي کلي ويٺس.

”ڇو کلين ٿو ٿـو. منهنجي اچارن تي ٿو کلين. اها ڪهڙي نه شرم جهڙي ڳالهه آهـي جو اوهين ته اسان جي ٻولي ڳالهائي سگهو ٿا پر اسان اوهان جـي ٻولي ڳالهائي نٿا سگهون.“

”مان تنهنجي ٻولي انگريزي ڳالهائي ٿـو سگهان جو تنهنجي ٻولي منهنجي رزق جو وسيلو آهي، جي انـگريزي پڙهيل نـه هجان ها ته يا ته ٻڪريون چاريان ها يـا ڪنهن ننڍڙي ڳوٺ ۾ سنڌي ماستر هجان ها.“

”هاڻي اچ ته ماني کاءُون.“

اسان ماني کائڻ شروع ڪئي. هن واقعي سٺا پاڪستاني

طعام پچايا هئا. مون ڪاڏي جي تعريف ڪندي چيو.

”اڏين تو لڳيم ڄڻ پنهنجي گهر جي ماني کائي رهيو آهيان.“

ڪاڏي جي تعريف ٻڌي هوءَ ڏاڍي خوش ٿي ۽ جيئن ٿي خوشيءَ وچان پلاءُ جو گره کنيائين ته اڇي ڪنگهه ورتس. نڪ ۽ اکين مان پاڻي وهڻ لڳس ۽ سارو منهن ڳاڙهو ٿي ويس.

”هائي مرچ،“ هن هيسيل دانهن ڪئي ۽ هڪ ئي گهيٽ سان پاڻيءَ جو گلاس خالي ڪري ڇڏيائين. ماني کائي اسان وري پيئڻ شروع ڪيو. هن ساز جو رڪارڊ چاڙهيو ۽ منهنجي هنج ۾ اچي ويٺي.

”احمد،“ هن مدماتي آواز ۾ چيو، ”هيترن ڏينهن کانپوءِ مليو آهين پر تون مونکي پيار به نه ٿو ڪرين. ڇا توکي هيئنر مونسان محبت ڪانهي؟“

”ڇڏي نٿو سگهان.“ مون انتقام وٺڻ لاءِ هن جا ان رات وارا اکر دهرايا.

”او مغرور مشرقي، تون ڪيترو نه بدلو وٺڻ وارو آهين. مونکي پيار ڪر.“ هن پنهنجا چپ منهنجي آڏو جهليا. جوانيءَ جي رس ۾ رچيل ڳاڙها ڳاڙها چپ. مون پنهنجا ازل کان اڃايل ۽ ترسايل چپ سندس چپن تي رکيا ۽ هوءَ وڻ ويڙهيءَ وانگر مونکي وڪوڙي وئي. سندس سنڌ سنڌ وحشيانا انداز ۾ ٿي ڦٿڪيو. مون سندس انگ انگ مان سندس جوڀن جي مدڪي ڳيتون ڏيئي پيتو، ۽ لونءِ لونءِ

اُن مَڌ جي مستيءَ ۾ ساڻي ٿي پيم. هوءَ اٿي بيٺي ۽ مونکي ٻانهن کان جهلي، اٿاريندي چيائين:

”اٿ ته نچون.“

مون ٻانهن سندس چيلهه جي چوڌاري ورائي ڪيس سيني سان لاتو ۽ اسان نچڻ لڳاسين. سوزي منهنجي سيني سان لڳل هئي، گلدانن ۾ رنگ برنگي گل ساڻن ڏانڊن تي جهڪيل هئا ۽ سازن جي مڌم سرن تي اسين نچي رهيا هئاسين. اڄ هي ڪمرو ڦهلجي ساري ڪائنات تي ڇانئجي ويو هو ۽ ان ڪائنات ۾ مون ۽ سوزيءَ کان سواءِ ٻيو ڪنهن جو به وجود ڪونه هو. ساري رات اسان جا اڌ پورا روح ۽ اڌ پورا اڄايل جسم تڪميل حاصل ڪندا رهيا. گهڙي گهڙي خوشين جي رم جهم لاتي ۽ اسان خوشيون ماڻيندا رهياسين. ٿانجو ٿڪي ساڻا ٿي پلنگ تي ڪري پياسين. هن منهنجي اکين ڪي چمندي چيو:

”احمد. تون خوش آهين ني.“

”ڏاڍو خوش آهيان.“

”تون واقعي مونسان محبت ڪرين ٿو؟“

”تنهنجي سوال جو ڪهڙو جواب ڏيان.“

هوءَ مانُ ڪري منهنجي اکين ۾ نهاريندي رهي ۽ پوءِ سندس نيڻن ۾ لڙڪ تري آيا ۽ هن منهن منهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو.

”ڇڪڙي ڳالهه چوانءِ.“

”چئه.“

”مڃيندين؟“

”جي سمنڊ ۾ ٽپو ڏئي ڇوڙڪي ۽ تہ اها ڳالهہ بہ مڃيندس.“

”جي توکي واقعي مونسان محبت آهي تہ پوءِ منهنجي ڳالهہ سمنڊ ۾ ٽپو ڏيڻ کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهي.“

”تون چئي تہ ڏس.“

هن مٺو ڪٽي منهنجي اکين ۾ نهاريو ۽ وري منهنجي سيني ۾ منهن لڪائي ڇڏيائين.

”احمد، منهنجا مٺڙا احمد، تون منهنجي زندگيءَ مان هليو وڃ.“

مونکان ڇرڪ نڪري ويو ڄڻ بجليءَ جي اگهاڙي تار ڇهي وئي.

”ڇا....؟“

”منهنجي زندگيءَ مان هليو وڃ ۽ وعدو ڪر تہ اڄ کانپوءِ وري مونسان نہ ملندين.“

”ڇئين ڇا ٿي، هوش ۾ تہ آهين.“

”ها، احمد مان هوش ۾ آهيان، ۽ توکي چوان ٿي تہ اڄ کانپوءِ مونسان نہ ملندو ڪر.“

”پر آخر ڇو....؟“

”انڪري جو مونکي توسان محبت ٿي وئي آهي.“

”پر سوزي محبت ڪندڙ دليون تہ هميشہ گڏ رهڻ چاهينديون آهن ۽ تون ٿي چوين تہ مان توسان نہ ملندو ڪريان.“

”احمد، مان آزاد ڇوڪري آهيان. اڄ تائين مونکي

ڪنهن سان بہ محبت ڪانہ ٿي آهـي. مون پهريون دفعو پنهنجي دل ۾ ان اجنبي ۽ اوپري جذبي کي محسوس ڪيو آهي. مونکي ان اجنبي جذبي کان ڊپ ٿو ٿئي. مان جڏهين پهريون دفعو توسان مليس تہ تون مونکي چڱو لڳو هئين. تنهنجي شڪل صورت، ڳالهائڻ جو انداز ۽ هر گهڙيءَ جو مرڪڻ مونکي پسند آيو هو. پر پسند ۽ محبت ۾ گهڻو فرق آهي. اڄ تائين مونکي ڪيئي نوجوان پسند آيا آهن. مون انهن کي ائين استعمال ڪري اڇلائي ڇڏيو آهي جيئن سگريٽ پي اڇلائي ڇڏيندي آهيان. مون توکي بہ ائين استعمال ڪرڻ ٿي چاهيو. پر ان رات تو جـم سان جيڪو ورتاءُ ڪيو تنهن مونکي تنهنجي محبت ۾ ڦاسائي ڇڏيو. تنهنجي شخصيت ڪنهن مضبوط قلعي جي ديوارن جيان منهنجي چوڌاري ڦهلجي وئي ۽ زندگيءَ ۾ پهريون دفعو مون پنهنجو پاڻ کي انهن ديوارن ۾ محفوظ محسوس ڪيو. پر ساڳي وقت منهنجي آزادي بہ مجروح ٿي هئي. اها رات مون جم سان گذاري، ان لاءِ جو مون توکان انتقام وٺڻ ٿي چاهيو تہ تنهنجي جهل ڪانپوءِ بہ مان جم جي هنج ۾ آهيان پيو تہ مون پنهنجو پاڻ کي يقين ڏيارڻ ٿي چاهيو تہ مان آزاد آهيان ۽ ڪير بہ مونکي جم سان رات گذارڻ کان روڪي نٿو سگهي. مان جم سان ستل هيس پر منهنجي دل ۽ دماغ ۾ تون چانيل هئين. هر گهڙيءَ دل ٿي چاهيو تہ تنهنجي هنج ۾ اچي ڪران. ان جذبي کـي ختم ڪرڻ لاءِ مون تنهنجي وڌيڪ ٿي جم کي پيار ڪيو. پر جيئن جيئن وقت

گذرندو ويو اهو جذبو، اهو احساس شديد ٿيندو ويو، ۽ مون پنهنجي دل جي ڌڙڪڻ مان پنهنجي شڪست جو آواز ٻڌي ورتو. مان تہ آزاد پکيئڙو آهيان، پوءِ منهنجي اندر ۾، پڃري ۾ قيد ٿيڻ جي تمنا ڇو جاڳي پئي هئي. مونکي پنهنجو پاڻ کان وحشت ٿيڻ لڳي. محبت جي بي پناهہ ۽ زبردست جذبي کان ڊپ ٿيڻ لڳم. منهنجا ڪلٺا شاعر. منهنجا مشرقي وحشي. مونکي تباهہ نہ ڪر. محبت مونکي تباهہ ڪري ڇڏيندي. مونکي جيئڻ ڏي ۽ منهنجي زندگيءَ مان هليو وڃ."

"سوزي هي تون ڇا ٿي چوين. مونکي مس مس زندگيءَ ۾ محبت ملي آهي سا تون مونکان ڇو ٿي کسين. مان توکي پنهنجي ملڪ وٺي هلندس. توکي موهن جو دڙو، حيدرآباد جا منگهہ ۽ هوائون ڏيکاريندس. چانڊوڪيءَ ۾ تنهنجو هٿ، هٿ ۾ وٺي مهراڻ جي ڪپر تي تلندس. سوزيءَ، حيدرآباد جي چانڊوڪي تنهنجي جسم جيان جوان ٿيندي آهي. مان توکي ڪيئن ڇڏي سگهندس."

هن اکيون مون ۾ کپائي ڇڏيون ۽ هڪ ٽڪ ائين ڏسڻ لڳي، جيئن مرندڙ انسان آخري دفعو پنهنجي پيارل کي ڏسندو آهي، ۽ پوءِ هوءَ مونسان چنبڙي پئي ۽ چرين جيان پيار ڪرڻ لڳي. مون هن کي سيني سان لاتو ۽ پيار ڪندي ڪنديڪيس ننڊ ڪٺي ويئي. هيئنر هر طرف سوجهڙو ڦهلجي چڪو هو ۽ سوزي اگهور ننڊ ۾ هئي. مون هن جي پيشانيءَ، اکڙين ۽ وارن کي چميو ۽ پنهنجي ڪمري ۾

هليو آيس ۽ وهنجي سهنجي آفيس ويس.

اهو ڏينهن ڏاڍو مصروف گذريو. مختلف ماڻهن سان ملاقاتون، پاڪستان ۽ آسٽريليا بابت گفتگو. شام جو موڪل کان ٿوري دير اڳ واندو ٿيس، سڌو لئبريري ۾ وڃي پهتس. پر سوزي اتي ڪانه هئي. پڇا ڪيم ته خبر پئي ته سوزيءَ هفتي جي موڪل ورتي آهي ڊوڙندو سوزيءَ جي فليٽ تي پهتس. پر هن جي فليٽ کي تالو لڳو پيو هو. مان در وٽ بيهي هن جو انتظار ڪرڻ لڳس. رات جا ڏهه ٿي ويا، ٻارهن ٿي ويا، ٻه لڳي ويا پر سوزي نه موٽي.

ٻئي ڏينهن وري سندس فليٽ تي پهتس پر ڪالهه جيان در بند هو. پورو هفتو مون هن جي در جو دربان بڻجي گذاريو. هر آواز تي سوزيءَ جي پيرن جي پڙلاءَ جو گمان ٿيندو هوم. پر سوزي ڪانه موٽي.

جنهن ڏينهن هن جي موڪل پوري ٿيڻي هئي، ان ڏينهن صبح جو سوير ڊوڙندو لئبريريءَ جي در تي وڃي بيٺس. هڪ هڪ ٿي سڀئي آيا پر سوزي نه آئي. اندر وڃي پڇا ڪيم ته زمين ڏي پيرن هيٺان نڪري وئي. چڻ وڄ ڪري ۽ منهنجو سارو وجود جلي سڙي رک ٿي ويو. سوزي استعفي ڏياري موڪلي هئي. ڊوڙندو ايليس وٽ وڃي پهتس. پر ايليس کي به هن جي خبر ڪانه هئي. پوءِ ته چرين جيان ڪيس اجنبي شهر جي اڻ سونهن رستن تي ڳولڻ لڳس. پر جنهن واٽ تي وک ٿي وڌايم سا سوالي نشان بڻجي اڳيان اڀري ٿي آئي. مان هن کي هن اجنبي ديس،

هن اڻ چاتل ڪنڊ ۾ ڪٿي گهوليان. ڪنهن ڪان هـن جو ڏس پڇان. مان اجنبي ديس جي اڻ ڏٺل ڇوواٽن تـي بيٺو هوس ۽ مونکي خبر ڪانه هئي ته ڪهڙي واٽ جي اڇگر هن ڪـي گهڙڪائي ڇڏيـو هـو .... سوزي .... سوزي تـون ڪٿي آهين!

مان مايوس ٿـي چڪو هوس ۽ يڪ ٿـي وئي هيم ته سوزي وري نه ملندم. پر دل ۾ اميد جو ڏيئو ٽڪمي رهيو هو تـه وڃڻ کان اڳـ سوزي هڪوار ضـرور ملندي. اڄ جڏهين مان هميشه لاءِ سڌڻي کي الوداع چئي رهيو هوس تڏهين يڪ هيم ته ڪٿان نه ڪٿان، ڪيئن به ڪري هوءَ مونسان آخري دفعو ملڻ لاءِ ايئرپورٽ تـي ضرور ايندي. ايئرپورٽ تـي مون هيڏانهن هوڏانهن واجهايو. هـر چهري کي غور سان ڏٺم. پر سوزي نظر نه آئي. اڄ مان هن کي هميشه لاءِ ڇڏي وقت ۽ فاصلن جا اٿاه ساگر اورانگهي واپس وڃي رهيو آهيان. پر هينئر بـه دل ۾ اميد جي شمع روشن آهي ته هيءَ دنيا تمام مختصر آهي ۽ هڪ نه هڪ ڏينهن، ڪٿي نه ڪٿي، زندگيءَ جي ڪنهن نـه ڪنهن منزل تي جڏهين سوزيءَ جي دل مان محبت جو هراس ختم ٿي ويندو هوءَ مونسان ضرور ملندي.

مون پنهنجو خط پورو ڪيو آهي ۽ جهاز جـي سهڻي هوسٽيس اعلان ڪري رهـي آهي تـه هينئر اسان جو جهاز فلپائين جي بيٽن مٿان لنگهي رهيو آهـي ۽ اسـان جلد ئي منيلا جي هوائي اڏي تي پهچڻ وارا آهيون. مان دري جي

شيشي مان هيٺ نهاريان ٿو. هيٺ نيري سمنڊ جي سيني تي فلپين جا ساوا ٻيٽ اپريا بيٺا آهن ۽ آسمان جي نيري وسعتن ۾ بادلن جا ڏڪرا برفاني پهاڙن جيان تري رهيا آهن. سج نيري سمنڊ جي هنج ۾ ٽٻي هڻي رهيو آهي ۽ بادلن جي برفاني ٻيٽن ۾ شفق جا آلا ٻري پيا آهن، جن جو اولڙو نيري سمنڊ، ساون ٻيٽن ۽ ننڍڙن ننڍڙن گهرڙن، انسان جي ننڍڙن ننڍڙن ڪائناتن تي پئجي رهيو آهي. ادا، انسان جي هيءَ انوکن ناتن واري دنيا ڪهڙي نه حسين آهي. پر هيرو شيما تي بم اڇلائيندڙ انسانن انوکن ناتن واري ههڙي حسين دنيا کي ڪيئن تباه ڪيو!

سدائين تنهنجو

احمد

———

ابراهيم جليس

## پرديس

سج لٿي ڪافي دير ٿي ويئي هئي. اونده وڌندي ٿي ويئي، پر رات جو ڪٿي پتو به نه هو ۽ ڪراچي کان هزارين ميل پري مجيد خان هانگ ڪانگ جي رستن تي گهڻي دير تائين رات ڏي ڪي ڳوليندو رهيو هو.

جوان مرد جي زندگيءَ ۾، سج لهڻ کانپوءِ ڪا عورت نه هجي، يا جوان عورت جي زندگيءَ ۾، سج لهڻ کانپوءِ، ڪو مرد نه هجي، ته پوءِ سج لهڻ کان سج اڀرڻ جي وچ ۾ رات نٿي ٿئي، فقط اونده هوندي آهي. تڏهين ته اونده ۾ عورت ۽ مرد جي پهرين ميلاپ کي 'پهرين رات' چوندا آهن. پهرين رات—! ڇو انهيءَ کان اڳ سندس زندگي ۾ فقط اونده اڀرندي هئي! عورت هجي تـہ اونداهي، رات آهي. عورت نه هجي ته رات، فقط اونده آهي.

۽ جواني جي سرحدن ۾ داخل ٿيڻ کانپوءِ، مجيد خان ۾ پهريون دفعو سج لٿي کانپوءِ، رات نـہ آئي هئي، بلڪ اونده گهڙي آئي هئي ۽ انهيءَ ڪري گهڙي آئي هئي، جو سندس سهاڻي — ڪلثوم ڪراچي ۾ رهجي ويئي هئي.

جيستائين مجيد خان ڪراچي ۾ هو، سندس زندگيءَ ۾ ڪلثوم کانسواءِ بہ ڪابه رات اڀري نـہ هئي، انهيءَ

ڪري عورتن جي معاملي ۾ مجيد خان اهڙي مضبوط ڪردار جو نوجوان سمجهيو ويندو هو، جو ڪلثوم ڪانسواءِ هر جوان عورت ڏاڍي بي باڪيءَ سان سندس اکين ۾ اکيون وجهي به ڳالهه ڪري ونندي هئي. پر مجيد خان جي دل جو چور هيڪلائيءَ ۾ ڪانئس اهو پڇي پڇي تنگ ڪري ڇڏيندو هو، ته ڇا واقعي عورت جي باري ۾ تنهنجو ڪردار مضبوط آهي؟ ۽ ڇا سواءِ آدم (۽ پيغمبرن ۽ بزرگان دين) جي، دنيا جي ڪنهن به مرد جو ڪردار مضبوط رهيو آهي؟ ۽ آدم جو ڪردار به انهيءَ ڪري مضبوط هو جو انهيءَ وقت دنيا ۾ حوا ڪانسواءِ ٻي ڪا عورت هئي ئي ڪانه. پر جيئن ئي دنيا ۾ هڪ ڪان وڌيڪ عورتون پيدا ٿيون، مرد جي اندر لڪل جانور ٻاهر اچي ويو ۽ دنيا ۾ انسان جو پهريون خون عورت ئي لاءِ وهايو ويو.

پوءِ مضبوط ڪردار ڇا آهي—؟

مضبوط ڪردار يا شرافت جو پنهنجو جدا ڪوبه وجود ڪونهي. اهو فقط چانديءَ-سچائيندڙ نظرن جي زنجيرن جو قيد هجي ٿو، جنهن ۾ انسان جڪڙيو رهي ٿو، پر جيئن ته نظرن جون زنجيرون نظر نٿيون اچن، انهيءَ ڪري ڪيس 'قيدي' نٿو چيو وڃي، پر 'شريف' ۽ 'مضبوط ڪردار' انسان چيو وڃي ٿو. جيڪڏهن انسان سچائيندڙ نظرن جي زنجيرن ۾ جڪڙيل نه رهي، ته پوءِ انسان هڪ ٻئي لاءِ جانور آهي. اهوئي سبب آهي، جو دنيا ۾ جيترا به گناهه ٿين ٿا، اهي سڀ سج لهڻ کانپوءِ ۽ سج اڀرڻ ڏانهن ٿيندا

آهن، ڇو ته اونده ۾ ماڻهو چاڙهيندڙ- سڄاڻيندڙ واري زنجير
کان آزاد هجي ٿو. هو دلير هجي ٿو، 'هاڻي مونکي ڪير
ٿو ڏسي؟ ڪير ٿو سڃاڻي؟'

مجيد خان به جيستائين ڪراچي ۾ هو، انهيءَ ڪري
شريف يا مضبوط ڪردار وارو نوجوان هو، جو هو چاڙهيندڙ-
سڃاڻيندڙ نظرن جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هو، ۽ جڏهين
سندس شرافت ۽ مضبوط ڪردار جي شهرت شهر ۾ عام
ٿي ويئي، تڏهين ڪيس لاچار ڪلثوم سان شادي ڪرڻي پئي
۽ پوءِ هو قوم جي نوجوانن جي ڪردار جي اصلاح ڪندڙ
تحريڪ جو صدر به چونڊيو ويو. انهيءَ تحريڪ جو صدر
چونڊڻ کان پوءِ، پبلڪ جلسن ۽ اخبارن ۾ ڇپيندڙ انهن
تصويرن جي ڪري هو شهر توڙي ملڪ جي سڀني نظرن
۾ چاتو- سڃاتو ٿي ويو. پوءِ پنهنجي قوم جي بي شمار
چاڙهيندڙ- سڃاڻيندڙ نظرن جي زنجيرن ۾ اهڙو جڪڙجي ويو،
جو اونده به نظرن جي انهن زنجيرن کي لڪائي نه سگهي.
ايتري قدر، جو هڪ دفعي جڏهن آڌيءَ رات ڌاري هو
پنهنجي هڪ ڪنواري دوست سان گڏ گهر ڏانهن موٽي
رهيو هو ۽ هڪ اونداهي گهٽيءَ ۾ ڪيس هڪ عورت بيٺل نظر
آئي، ۽ سندس ڪنوارو دوست انهيءَ عورت جي پرسان
وڃي پهتو، تڏهن مجيد خان جي دل هڪدم زور زور سان
ڌڙڪڻ لڳي. سياري جي بيحد سرد رات جي باوجود، هو
پگهر ۾ شل ٿي ويو، سندس ٽنگون ڏڪڻ لڳيون، پر سندس
دل وارو ورهين جو سنڀاليل چور جاڳي اٿيو ۽ کيس هُشي

ڏيڻ لڳو، 'ڇو ٿو گهبرائين؟ اوندهہ آهي- ڪير ٿو سڃاڻي؟ ڪير ٿو ڏسي؟' انهيءَ هستيءَ سندس قدم انهيءَ عورت ڏانهن وڌائي ڇڏيا، پر عين انهيءَ وقت پرڀان هڪ گهٽيءَ مان، هڪ ڪار انهيءَ گهٽي ۾ هلي آئي ۽ گهٽيءَ ۾ روشني ڦهلجي ويئي. روشني تيزيءَ سان ويجهو اچي رهي هئي، انهيءَ ڪري مجيد خان گهبرائجي ڊوڙي وڃي هڪ ٻي گهٽي ۾ گهڙيو، ۽ خدا جو شڪر ادا ڪيائين، ته روشنيءَ کيس گناه کان بچائي ورتو، پر سندس شڪرانو ادا ڪرڻ سندس ٿڪائي جو سندرو هو.

انهيءَ واقعي کان سواءِ مجيد خان جيستائين ڪراچي، بلڪ پاڪستان ۾ رهيو، رات جي اوندهہ ۾ به سندس واسطي ڪلثوم کان سواءِ ڪراچي، بلڪ پاڪستان ۾ ٻي ڪابہ عورت نہ رهندي هئي.

عورت آهي تہ فقط ڪلثوم- رات آهي تہ فقط ڪلثوم. پر جڏهن ڪلثوم کان هزارين ميل پري، هانگ ڪانگ جي ٽڪرين جي پويان، سج لهي ويو، تڏهن اوچتو ڪوئنس روڊ تي، اوندهہ اچي مجيد خان کي گهيري ورتو. هو جڏهن ڪراچيءَ جي هوائي اڏي تان اڏاڻو هو، تڏهن انهيءَ وقت ڇاڻيندڙ- سڃاڻيندڙ نظرن جي سيني زنجيرن کان آزاد ٿي چڪو هو ۽ هاڻي ڪوئنس روڊ تي بلڪل آزاد بڻو هو. کيس ڪوبہ نڪي ڇاڻي، نڪي سڃاڻي. هو جو ڪجهہ چاهي ڪري سگهي ٿو. ورهين جو قيدي جڏهن آزاد ٿيندو آهي، تڏهن سڀ کان پهرين خواهش، سڀ کان پهرين تمنا

اها ئي هوندي آهي، ته جلد سج لهي وڃي.

سج لٿي ڪافي دير ٿي ويئي هئي، رات جو ڪتي کو پتو ڪونه هو ته مجيد خان انهيءَ اجنبي اونده ۾ واٽڙن جيئن بيٺو رهيو. پرديسيءَ کي اونده ڏاڍو پريشان ڪندي آهي. پرديس جي اونده ۽ اونده به سياري جي اونده ـ جا انهي وقت اڃا به وڌيڪ ڏکي ۽ .... وڌيڪ ڪٺن ٿي ويندي آهي، جنهن وقت ماڻهو پنهنجي ملڪ کان هزارين ميل پري، هڪ اجنبي سر زمين تي اڪيلو ۽ چاڙندڙ-سڃاڻندڙ نظرن کان بلڪل آزاد هجي.

پوءِ مجيد خان به گناهه کان ڊڄي رهيو هو.

'ڇو ـ؟'

گناهه، اونده جي بدن مان پيدا ٿيندا آهن، ۽ مجيد خان اونده ۾ وڪوڙجي ويو هو. ڪجهه ارادي ۽ ڪجهه غير ارادي طور تي مجيد خان هانگ ڪانگ جي رستن تي گهولي رهيو هو، ته ڪنهن اونداهي موڙ، ڪنهن رڪشا واري، ڪنهن ٽئڪسي ڊرائيور، ڪنهن راتين جي واپاري سان يا ڪنهن اسٽريٽ ليمپ جي ٿنڀي هيٺان هڪ رات ملي وڃي، ڪيئن سرد، ڏکي ۽ اجنبي اونده کان ڇوٽڪارو ملي.

چراغ هيٺان ـــ رات!

مجيد خان پنهنجي هڪ دوست کان، جنهن دنيا جو سير ڪيو هو، ٻڌو هو ته سج لهڻ کان پوءِ هانگ ڪانگ جي اسٽريٽ ليمپن هيٺ ملڪ ملڪ جون راتيون گڏ ٿينديون آهن.

هانگ ڪانگ راتين جو شهر آهي. بين القوامي راتين جو شهر، چئو ته مشرق ۾ هانگ ڪانگ مغرب جو آخري نشان آهي. آخري داغ. مشرق ۾ انگريزن جي آخري ڪالوني – پئسفڪ سمنڊ ۾ انگريزن جو آخري فوجي اڏو، جنهن جي سنگينن ۽ توبن جا منهن پهريائين جاپان ڏانهن هئا ۽ هاڻي چين ڏانهن آهن.

هانگ ڪانگ چين جو دروازو آهي، جتي سندن خيال مطابق انگريزن ۽ امريڪنن چيني ڪميونزم روڪي رکيو آهي.

مشرق ۾ انگريزن جو سج فقط هانگ ڪانگ جي ٽڪرين مان ابري ٿو. باقي ساري مشرق ۾ انگريزن جو سج گنگا ۾، راوي ۾، ۽ ميڪانگ ۾ ڪڏهوڪو ٻڏي چڪو آهي ۽ هاڻي لکين ڪروڙين انگريز سپاهي پئسفڪ سمنڊ جي هن جابلو بيٽ ۾ ڏاڍي ڪوشش ڪري رهيا آهن، ته جيئن سندن سج هانگ ڪانگ جي پرل ندي ۾ ٻڏي نه وڃي.

لکين، ڪروڙين سپاهي؛ پنهنجين زالن، محبوبائن کان هزارين ميل پري ۽ موت جي تمام قريب ۽ انهن ئي جي وچ ۾ عورتون. عورت – زندگي جي سڀ کان وڏي لالچ ۽ انهيءَ لالچ جي چار ۾ ملڪ ملڪ جا سپاهي به جڪڙيل آهن، ته ملڪ ملڪ جون عورتون به. آغوش ۾ عورت هجي ته مرد موت کان به نٿو ڊڄي، انهيءَ ڪري هانگ ڪانگ ۾ سپاهي به هزارين آهن ۽ عورتون به هزارين.

فوج سان جنگ لڙي وڃي ٿـي ۽ جنگ سان بيواهي ڦهلجي ٿي ۽ پوءِ جيئن ٿي سچ لهي ٿو، تيئن عورت آيري ٿـي.

هي عظيم جنگ، هانگ ڪانگ کي ساري دنيا ۾ راتين جو شهر بڻائي ڇڏيو.

۽ ڪوئنس روڊ تـان ملڪ ملڪ جون راتيون لنگهي رهيون آهن ـــ ۽ مجيد خان اهو فيصلو نـہ ڪري سگهيو آهي تہ ڪهڙي رات خوبصورت آهي ـــ چيني رات، جپاني رات، ملائـي رات، فلپائني رات، سيامي رات، برمي رات، انگريزي رات، اميرڪن رات ....

ڪوئنس روڊ تان جيترا بہ مرد لنگهيا آهن، اهي مجيد خان لاءِ سڀئي ڌاريان آهن، پر عورت ڪابہ اجنبي ڪانهي. هو ڪنهن عورت کـي ڪو نٿو سڃاڻي، پـر ڪا عورت اجنبي بہ ناهي.

ڪير دور دراز جو پرديس ڇو نہ هجي، مرد سڀ کان اول عورت کي سڃاڻي وٺندو آهي ـــ آدم کان وٺي مجيد خان تائين، دنيا جـي ڪابہ عورت ڪنهن بـہ مـرد لاءِ اجنبي ڪانهي، فقط سندس نـالو، سندس قـوميت، سندس وطنيت اجنبي هجي ٿي، عورت اجنبي نہ هوندي آهي.

۽ جڏهن هڪ بجلي جـي ٿنڀي سان ٽيڪ ڏيئي بيٺل، هڪ ننڍي قد واري گـڏيءَ جهڙي ننڍي، گـول ۽ ٻيلي ڇهري واري ڇوڪريءَ مشڪي مجيد خان ڏانهن ڏٺـو، تڏهن تہ مجيد خان پاڻمرادو ڏانهنس ڇڪبو ويـو ۽ جڏهن

هو سندس ڏيجهو پهچي ويو، تڏهن ڇوڪريءَ هڪدم چيس،
”ٽوينٽي ڊالرس Twenty Dallors (ويهه ڊالر).“
مجيد خان انگريزيءَ ۾ کيس چيو، ”ڊالر جيترا چوندينءَ، اوترا ڏيندس، ڊالرز جو فڪر نه ڪر، پر....“
”نو انگلش، جاپانيز.“ (انگلش نه جاپاني)
مجيد خان کي جاپاني زبان نٿي آئي، ڇوڪري انگريزي نٿي سمجهي، دڪاندار موجود، گراهڪ به موجود، دڪان خبر ناهي ڪٿي هو.
ڇوڪري شايد جاپاني ۾ چئي رهي هئي؛ ته مان تنهنجي هوٽل نٿي هلي سگهان ۽ مجيد خان جي مرضي هئي ته هو هوٽل ۾ هلي، يا وري اها ڇوڪري هوٽل هلڻ لاءِ به تيار، پر مجيد خان کي سمجهه ۾ نٿي آيو، انسان هڪ ٻئي جي ويجهو آهن ، پر زبان به عجيب ظالم آهي ، جو هڪ ٻئي جي ويجهو آيل انسانن کي هڪ ٻئي کان پري ڪيو ڇڏي.
”نو ٽاڪ، ٽوينٽي ڊالرس، ٽو آورس“ آخر ڇوڪريءَ چيو.
”اگريڊ.“ مجيد خان وراڻيو.
پر عين انهيءَ وقت، هڪ ڪار انهن جي ڀرسان اچي بيٺي، ٽيڪسي ڊرائيور عجيب، نگاهن سان مجيد خان ڏانهن گهوريندي ويجهو آيو ۽ ڇوڪريءَ سان جپانون ميانون ڪرڻ لڳو، مجيد خان فقط هڪ لفظ ’امريڪن‘ سمجهيو، ٽيڪسي ۾ هڪ امريڪن نشي ۾ الوٽ؛ ڪنڌ لاڙي پوئين سيٽ تي ويٺو هو، ڇوڪري جهڪي ٽيڪسي ڏانهن ڏٺو

۽ ڏاڍي خوشي سان چيائين، ”هائي، ايمي ري کن!“

۽ هو مجيد خان ڏانهن ڏسڻ ڏاران، ڀڪو سودو ٽوڙي، ٽيڪسي ڏانهن ڊوڙي ۽ دروازو کولي انهيءَ امريڪن پرمان لڳي ويهي رهي ۽ ڪيس وارن ڪان وٺي نشي سان جاڳائڻ لڳي. مجيد خان کي ڏاڍو غصو آيو، ۽ ٽيڪسي ڏانهن وڌڻ لڳو، پر ٽيڪسي رواني ٿي ويئي هئي.

مجيد خان بيهي رهيو ۽ ڪيس پهريون دفعو احساس ٿيو ته پاڪستان، امريڪا جي مقابلي ۾ ڪيترو نه پوئتي پيل آهي! ڪاش آهـا چوڪري انگريزي چڱيءَ ريت سمجهي سگهي ها ۽ مجيد خان ڪيس سمجهائي ها، ته تون جاپان جي عصمت ـــ ايشيا جي عصمت، امريڪا کي ڇو ٿي وڪڻين! پر هو هڪدم سوچڻ لڳو، ’اهو رقابت جو ڪيڏو نه نيچ جذبو آهي. ڇا هو خود امريڪن رقيب جيئن هڪ غير ملڪي ناهي؟ ڇا هن خود ايشائيءَ جي عصمت نٿي خريدي؟ ڇا هو خود هڪ جاپان جي عصمت خريدي نه چڪو هو؟‘ پر اها ڇوڪري جاپان جي عصمت ـــ ايشيا جي عصمت آهيئي ڪٿي؟ جا عورت عصمت وڪڻي ٿي، انهيءَ جو ڪو ملڪ ٿيندو آهي؟ ڪنهي ڪو مذهب ٿيندو آهي؟ ڪٿي ڪا قوميت هوندي آهي؟ جا عورت عصمت وڃائيندي، اها پنهنجي وطنيت وڃائي ڇڏيندي آهي، اها پنهنجي قوميت به وڃائي ويهندي آهي. هوءَ فقط هڪ جسم هوندي آهي ۽ جسم دنيا جي سڀني ملڪن ۽ سڀني قومن جي انسانن جا هڪ جهڙا هوندا آهن.

جاپان جي عصمت ـــ جاپان جي عصمت ته هن وقت

ڏوڪيو، ناگاساڪي، هيرو شيما وغيره جي گهرن ۾ پنهنجي مڙسن جي آغوش ۾ محفوظ هونديون. هيءَ عورت ايشيا جي آبرو ڪٿي آهي!

مجيد خان کي پنهنجي امريڪن رقيب تـي غصو تـہ ڏاڍو آيـو، پـر جهڙيءَ طرح بـي عصمت عورت لاءِ ڪا قوميت ۽ ڪا وطنيت نٿي ٿئي، تيئن سچ لهڻ ڪان پوءِ ۽ پرديس ۾ مرد لاءِ بہ ڪا قوميت ۽ ڪابہ وطنيت باقي نٿي رهي. سچ لهڻ کان پوءِ ۽ پـرديس ۾ مرد نہ امريڪن رهي ٿـو نہ انگريز نہ جاپاني، نہ پاڪستاني. سيئي فقط مرد رهن ٿا. فقط جنسي جانور. پر اها ڪهڙي نہ عجيب ڳالهہ آهي، جو وڏي قوم ۽ ننڍي قوم فقط اقوام متحده جي اجلاس ئي ۾ نہ، پر قحبہ خاني ۾ بہ وڏي قوم ننڍي قوم آهي.

مجيد خان ڏاڍو اداس، آهستي آهستي هلڻ لڳو. هڪ هوائي جهاز ڪمپني جي تمام وڏي بورڊ جي اوٽ ۾، هڪ سـرخ، سفيد عـورت بيٺي هئي ۽ سگريٽ پـي رهي هئي. مجيد خان سندس ويجهو پهچي بيهي رهيو، پر انهيءَ عورت منهن ڦيري ڇڏيو، مجيد خان ڏاڍي دليري سان اڳتي وڌي ساڻس انـگريـزيءَ ۾ ڳالهايو، ”رات فٽ پـاٿ تـي بيهي گذارڻ لاءِ ڪانهي.“

پر انهيءَ عورت جي پيشاني تي غصو ظاهر ٿيو، چوڻ لڳي، ”يـو آر بليڪ، اينڊ آئي ڊونٽ وانٽ بليڪ پيپل.“ عورت ائين چئي اڳتي وڌي ويئي. مجيد خان کي ڏاڍو ڏک ٿيو. گناهہ ۾ بہ پاليٽڪس! عجيب ۽ جدا گانہ تجربو!

رات آڌي کان به گهڻي گذري ويئي هئي. مجيد خان جي دل ۾ آيو ته اونده ڪي گلي لڳائي، سيني سان چنبڙائي پنهنجي هوٽل جي بستري تي وڃي پئجي رهي. پر هانگ ڪانگ هوٽل پرسان، اونده سان هڪ سڏڪو بي آواز سيئي جئن پـدڻ ۾ آيس. مجيد خان مڙي ڏٺـو. هڪ بند دڪان جي شو ڪيس جـي اوٽ ۾، هڪ ڇوڪري بيٺي هئي، خدو خال مان چيناڻي معلوم ٿئي ٿي. مجيد خان اڳيرو ڏانهئس وڌي ويو. هاڻي ڪيس رات جي نه، اونده جي تلاش هئي ـــ انهيءَ ڪري مجيد خان بي اختيار انهيءَ ڇوڪريءَ جي ويجهو ويـو ۽ ڪانئس جند ڇڏائڻ لاءِ چيائين، ”آ ڊ ي ڊونٽ وانٽ يو.“

ڇوڪري حيرت مان پڇيس، ”وائي؟“

”ڇو ته جيڪي ڪجهه مـان چوڻ چاهيان ٿـو، اهو سيڪجهه تون سمجهي نه سگهندئين“. مجيد خان وراڻيو.

”مان انگريزي چڱي طرح ڄاڻان، ڇو ته گذريل جنگ کان اڳ منهنجو مڙس هڪ انگريز هو، جو مون کي لنڊن وٺي ويو هو. مان ته شيڪسپيئر جا ڊراما به پڙهي سگهان ٿـي.“

شيڪسپيئر جي انگريزي! انگريزي ڪتان جو ڪتان وڃي نڪتي آهـي. بڪنگهم پيلس ۽ وائيٽ هائوس کان وٺي دنيا جي هرقحبه خاني تائين، فقط انگريزي ئي ڏيئي وٺڻ جي زبان رهجي ويئي آهي. جيتوڻيڪ انگريزن جـو سج فقط ٽيمس جي پاڻي ۾ ٻڏي ٿو، پر انگريزي ڪٿي به نٿي

پئي ــ ۽ انگريزي نــه هجي تــه پرديس ۾ انسان بالڪل گونگو رهجي وڃي.

اما چيني ڇوڪري واقعي ڏاڍي رواني‌ءَ سان انگريزي ڳالهائي رهي هئي. هوءَ هڪ انگريز جي ڪري بيوءِ تي هئي ۽ هاڻي انگريزيءَ سببان هر رات سهاڳڻ ٿيندي آهي. هن فقط ڏهه ٻارــر گهريا هئا. مجيد خان ڪوس ويهه ٻارــر ڏيئي رهيو هو ۽ ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ چاهيائين ٿي.

”مان ايشيا کي ويشيا نٿو ڏسڻ چاهيان.“ مجيد خان چيو.

”۽ مان ايشيا کي بکاري نٿي ڏسڻ چاهيان.“ ڇوڪريءَ ڏاڍي خود داريءَ سان جواب ڏنو.

مجيد خان ڇوڪريءَ کــي پوڻيان ڇڏي اڳتي وڌيو. ڇوڪري شايد يورپ ۽ امريڪا جو انتظار ڪندي رهي.

مجيد خان ڪائولون هوٽل ۾ ترسيل هــو، جو چيني مين لينڊ تي واقع آهــي. چيني مين لينڊ ۽ هانگ ڪانگ جي وچ ۾ پرل ندي وهي ٿي. جڏهن مجيد خان بليڪ پيئر تي پهتو، ته خبر پيس ته هانگ ڪانگ کان مين لينڊ ڏانهن آخري فيري (لانچ) هڪ وڳي رات جــو ويندي آهــي، ۽ انهيءَ وقت ٻه وڄي رهيا هئا. مجيد خان پريشان ٿي ويو، ته هاڻي ڇا ڪري، ڪٿي وڃي ۽ ڪٿي سمهي. ايتري ۾ ٽيڪسي ڊرائيور وٽس وڌي آيــو. خبر ناهي چيني هــو يا جپاني، پر هوس اهــو ٺي بندرو قد، پيلي ڇهري وارو، پر انگريزي رواني سان ٿي ڳالهايائين. انگريزي جتي حصول

علم لاءِ سڀ کان وڏي زبان آهي، اتي انگريزي ”ڊنڊو“ هلائڻ لاءِ به سڀ کان وڏي زبان آهي. انهيءَ ٽيڪسي ڊرائيور مجيد خان جي ڪجهه چوڻ کان اڳ چيو، ”باقي رات گذارڻ چاهين ٿو؟“

مجيد هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو ۽ ڊرائيور، ٽيڪسيءَ جو دروازو کولي ڇڏيو. ٽيڪسي هلندي رهي ۽ ڊرائيور جي زبان به هلندي رهي. هو هانگ ڪانگ جي عورتن جون ڳالهيون ڪندو رهيو ۽ ڪانئس پڇيائين: تہ ڪيس ڪهڙي ملڪ جي عورت پسند آهي؟ مجيد خان تمام مختصر سچي آتم ڪهاڻي ڪٿي ٻڌايس. ٽيڪسي ڊرائيور بلڪل ڪاروباري انداز ۾ افسوس جو اظهار ڪري رهيو هو يا وري هو سچ پچ پريشان حال هو ۽ وقلي رهيو هو، ”فري ورلڊ — فري ورلڊ — ڊيمو ڪريسي! بليڪ اينڊ وائيٽ. بگ فور — ٽو اين — سمال نيشنز — ميگاٽن بم —“ خبر ناهي هو ڇا جو ڇا وقلي رهيو هو. مجيد خان دل ۾ چيو تہ ڪيس رڙ ڪري چوي ته: ’پنهنجي بڪواس بند ڪر. ڪٿي آهي فري ورلڊ! گناهه جي بازارن ۾ به انسان رنگ، نسل، قوم، وڏي قوم، ننڍي قوم جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هڪ ٻئي کان پري، هڪ ٻئي کان متنفر ۽ منتشر آهن. تون اها ڪهڙي فري ورلڊ — فري ورلڊ جي بڪواس ٿو ڪرين.‘ پر مجيدخان تمام اداس ۽ سنجيدگيءَ سان پڇيو، ”جتي ڊون هلين ٿو، اها جاءِ ڪيترو پري آهي؟“

ٽيڪسي ڊرائيور هڪ آزمودگار دڪاندار جئن ـشڪي

چوڻ لڳو، ”ڏاڍو هسوم سڪ ٿو فيل ڪرين، هي وٽ، آها جاءِ اچي ويئي. اهڙي جاءِ آنا.و اٿم، جتي محسوس ڪندين ڄڻ هندستان پهچي ويو آهين. هي هي هي. مان پهرئين ڏي سمجهي ويو هوس، تہ تون هندستان وڃڻ ٿو چاهين. هي هي هي....“

هو مجيد خان کي هندستاني سمجهي رهيو هو. مجيد خان بہ کيس اهو نٿي ٻڌائڻ چاهيو تہ هو هندستاني ناهي. ٽيڪسي هڪ سوڙهي گهٽيءَ ۾ وڃي بيٺي. سامهون سنڌ چوليون هئي رهيو هو. ٽماڙ بلڊنگ هئي، جنهن جي ٻي منزل جي فليٽ جي فقط ٻن درين مان روشني اچي رهي هئي، باقي ساري بلڊنگ تي اونده ڇانيل هئي. ٽيڪسي ڊرائيور آهستگي سان مجيد خان کي پنهنجي پويان اچڻ لاءِ چيو. مجيد خان سندس پويان ڏاڪڻ چڙهي فليٽ تي پهچي ويو، جنهن ۾ روشني هئي ۽ شايد ڪا عورت جاڳي رهي هئي. ڊرائيور تمام آهستي دروازو کڙڪايو. ٿوري دير ۾ درازو کليو. هڪ پوڙهي عورت جا برمي يا ملائي ٿي معلوم ٿي، دروازو کليو ۽ ٻئي اندر گهڙي ويا. ننڍو ڪمرو جو ڊرائنگ روم هو، جنهن ۾ هڪ ننڍو صوفا سيٽ رکيل هو. هڪ ڪنڊ ۾ ريڊيو سيٽ تي مهاتما گوتم ٻڌ جي هڪ ننڍي ڪاري مورتي. پٽ تي ڪجهہ اڌ اگهاڙيون تصويرن ڪانسواءِ گانڌيءَ جي هڪ وڏي تصوير بہ هئي.

ٽيڪسي ڊرائيور، مجيد خان کي صوفي تي وهاري ٻئي واري ڪمري ۾ هليو ويو ۽ جلدي واپس اچي مشڪندي

چيائين. ”آل رائيٽ، مان هاڻي وڃان ٿو.“ مجيد خان کيسي مان ويهه ڊالر ڪڍي کيس ڏيندي پڇيو، ”اينف؟“

ٽيڪسي ڊرائيور ڏند ڪڍي مشڪيو، ”اوه — ٿو مچ ڏو مچ — ٿينڪ يو ويري مچ. اينڊ گڊ نائيٽ.“

ٽيڪسي ڊرائيور ٽي دفعا تعظيم وچان جهڪيو ۽ هليو ويو.

ٻئي عورت به اندر هلي ويئي ۽ مجيد خان گوتم ٻڌ جي ننڍڙي مورتي ڏانهن گهورڻ لڳو. ڪيپل وستو کان ڪولمبو ۽ ڪولمبو کان رنگون، بينڪاڪ ۽ هانگ ڪانگ تائين ، پئسفڪ سمنڊ جي ڪناري جڳهه جڳهه گوتم ٻڌ جون مورتيون ڪئل آهن پر ٻڌ جي گيان جو ڪو پتو ڪونهي. ايتري ۾ کيس محسوس ٿيو ته ڪمري ۾ ’ايوننگ اِن پيرس‘ واسجي ويئي آهي. هن منهن ڦيري ڏٺو ته هڪ پريل جسم واري ڊگهي سانوري ۽ ڏاهوڪي جوان زال شلوار قميص پاتل صوفي پرسان بيٺي آهي، مگر سندس مٿي تي يا ڳچيءَ ۾ رئو نه هو. پر رئي جي ضرورت ئي ڪهڙي هئي؟ عورت کي رئي جي ضرورت فقط انهيءَ وقت هوندي آهي، جڏهن سندس زندگيءَ ۾ صرف هڪ مرد هجي. اها عورت به عجيب نظرن سان کيس ڏسي رهي هئي، ڄڻ هن پهريون ڀيرو ڪو هندستاني ڏٺو هجي يا گهڻي مدت کانپوءِ پنهنجي رنگ جهڙو ۽ پنهنجي مٽيءَ جو انسان ڏٺو هجي. سندس چهري تي جذبات جو هلڪو رنگ ڇانيل هو، پر هن هڪدم پنهنجو پاڻ ئي قابو ۾ آڻيندي خالص دڪاندارانه لهجي ۾

چيو، ”ڊرائيور کي مون ٽيهه ڊالر ڏنا هئا.“

مجيد خان کو جواب ڪونه ڏنو ۽ کيسي مان ٽيهه ڊالر ڪڍي ڏانهنس وڌايائين. هن مشڪي ٽيهه ئي ڊالر ڪٺي پنهنجي انگيءَ ۾ قابو ڪيا ۽ پڇيائين، ”ڪجهه پيئندين؟“

”نه، مان ڪجهه به نه پيئندو آهيان.“ مجيد خان ورائيو.

”هندو آهين يا مسلمان؟“ عورت پڇيو.

مجيد خان جي دل تي چوٽ نوندو لڳو. مذهب قحبه خاني ۾ به گهڙي آيو آهي. پر مجيد خان جواب ڏنو، ”نه هندو نه مسلمان. ماڻهو جڏهن گناه جي رستي قدم رکندو آهي، تڏهين مذهب مٿس ساٿ ڇڏي پوئين پيرين موٽي ويندو آهي.“

اهو ٻڌي عورت جي چهري تان مشڪ غائب ٿي ويئي. هوءَ سنجيده ٿي ويئي ۽ عجيب نظرن سان مجيد خان کي گهورڻ شروع ڪيائين. کيس ڏاڍي الجهن محسوس ٿي رهي هئي. مجيد خان کي شرارت سجهي ۽ پڇيائين، ”تون ڪير آهين؟“

مجيد خان جو اندازو صحيح نڪتو. جو هوءَ مجيد خان کي هندستاني ۽ هندو سمجهي رهي هئي. هن سندس توقع جي عين مطابق چيو، ”مسلمان- منهنجو نالو ڪلثوم آهي.“ ڪلثوم جو نالو ٻڌي مجيد خان کي ڇرڪجي ويڻ کپيس ها، پر هو ڏاڍي معنيٰ خيز مشڪ سان گوتم ٻڌ جي مورتي ۽ گانڌيءَ جي تصوير ڏانهن نهاريندي چوڻ لڳو، ”ڏاڍي تجربيڪار دڪاندار آهين. اهو گر ٻي ڇڳي رهڻ چاهين ٿي ته دشمن جي عورت گناهه جي لذت وڌائي ڇڏيندي

آهي. پر مان به، تو جيئن چالاڪ گراهڪ آهيان. ڪڏهن به ڪو دڪاندار مونکي ڌوکو ڏيئي نه سگهيو، سو تون به مون کي دوکو نٿي ڏيئي سگهين، تون ڪلثوم يا مسلمان آهين."

عورت ڏاڍي سنجهي پئي ۽ سندس اهائي حالت هئي جا ڪنهن ماڻهوءَ جي، سندس ڪوڙ پڪڙڻ تي ٿيندي آهي. هوءَ ناراضگيءَ مان چوڻ لڳي "عجيب ماڻهو آهي!"

۽ ٿورو رکي وري پڇيائين. "تون ڪير آهين؟"

هاڻي مجيد خان کي غلط فهمي ٿي ۽ چيائين، "مان ڪوڙ نٿو ڳالهايان. مان مسلمان آهيان."

اهو ٻڌنديئي چڻ انهيءَ عورت جي تن بدن کي باهه وٺي ويئي ۽ صوفي تان هڪدم ٽپو ڏيئي اٿندي رڙ ڪيائين. "مون کي مسلمانن کان نفرت آهي. سخت نفرت آهي. هاڻي جو هاڻي نڪري وڃ." انهيءَ وقت سندس حالت هڪ زخمي شينهڻ جهڙي ٿي رهي هئي. مجيد خان ڏاڍي سڪون سان جواب ڏنو، "تون چاهين ٿي ته هليو ٿو وڃان، پر توکي خبر آهي مان ڪوڙ نٿو چوان، انهيءَ ڪري توکي منهنجي ڳالهه تي يقين ڪرڻ گهرجي ته مان هتي تنهنجي 'جسم' لاءِ نه، پر 'بستر' لاءِ آيو هوس. چڱو مان وڃان ٿو."

مجيد خان صوفي تان اٿي بيٺو. اها عورت پنهنجو پاڻ سان وڦلڻ لڳي، "'جسم' لاءِ نه 'بستر' لاءِ آيو هوس؟"

مجيد خان انهيءَ عورت جي ويجهو وڃي چوڻ لڳو،

”تنهنجي لاءِ اها ڳالهه نئين سهي، پر عورت ۽ مرد جي وچ ۾ گوتم ٻڌ جي مورتي به هجي ته، پوءِ جسم ۽ بستر ۾ به وڏو فرق ٿئي ٿو.“

عورت ڪجهه نه سمجهي. مجيد خان دروازي ڏانهن وڌڻ لڳو، عورت عجيب نظرن سان ڪيس دروازي ڏانهن ويندي ڏٺو. هو خبر ناهي ڇو ٻيا وري انهيءَ ڪري جو ڪيس پهريون دفعو احساس ٿيو هو ته سندس جسم بستر ناهي. سندس دل اندر ئي اندر پگهرجي ويئي، اڪيون پرجي آيس. هو مجيد خان کي ويندو ڏسي رهي هئي. مجيد خان دروازي مان نڪرڻ وارو ئي هو ته هن پريل آواز ۾ چيو، ”ٻُرس.“

مجيد خان بيهي رهيو ۽ ڪنڌ ورائي ڏانهس ڏٺائين. هو آهستي آهستي سندس ويجهو آئي ۽ لڙڪن سان پريل اکين سان ڏانهنس ڏسندي پريل آواز ۾ چوڻ لڳي، ”هاڻي تون ڪٿي ويندين.“

مجيد خان ورائيو، ”خبر ناهي ڪٿي ويندس. بلڪل اجنبي ۽ پرديسي آهيان. ٽي - چار ڏينهن ٿائين هانگ ڪانگ ۾ ترسي واپس ڪراچي هليو ويندس.“

اها عورت ڇڻ رڙي آٿي، ”ڇا چيو- ڪراچي!“ ۽ هن بي اختيار مجيد خان جا ٻئي هٿ مضبوطيءَ سان جهلي ورتا ۽ ڏونڏاڙي رڙيون ڪرڻ لڳي. ”ڪراچي- ڪراچي- ڪراچي!“ ۽ وري تيزيءَ سان هيٺ مٿي ٿيندڙ ڇاتيءَ مان نڪرندڙ تيز آواز سان ڪيس چوڻ لڳي، ”پهرين ڇو

نہ ٻڌايئي تہ توں ڪراچي کان آيو آھين. مون کي معاف ڪر. اچ اندر اچ. اچ اچ."

هوءَ چڻ خوشيءَ مان هڪدم ديواني ٿي ويئي ۽ مجيد خان جو هٿ جهلي، ڇڪيندي، صوفي پرسان اچي ڪيس مٿس وهارياٿين ۽ هڪدم چڻ بي سڌ ٿي ويئي ۽ دريءَ کان ٻاهر خبر ناهي ڪيترو پري، خبر ناهي ڪراچي تائين ڏسندي چڻ پنهنجو پاڻ سان ڳالهيون ڪرڻ لڳي، "گنگارام بلڊنگ.... آسن مل اوجها روڊ .... بندر روڊ سوامي نارائڻ مندر.... ڊينسو هال .... لڪشمي بلڊنگ .... گورڌن داس مارڪيٽ ...."

مجيد خان مشڪي شرارت وچان کنگهندي ڪيس پاڻ ڏانهن متوجہ ڪيو، "لڪشمي بلڊنگ ۽ گورڌن داس مارڪيٽ جي وچ ۾ 'نيو ميمڻ مسجد' کي ڇو ڇڏي ڏنئہ."

مجيد خان جي انهيءَ جملي تي هن ڇرڪ ڀريو. هوءَ وري ڪراچيءَ کان هانگ ڪانگ موٽي آئي. ڦڪي کل کلندي پڇيائين، "ڇا اتي آسن مل اوجها روڊ ۽ گنگارام بلڊنگ اڃان تائين موجود آهن."

"سڀ موجود آهن، پر توں ناهين." مجيد خان وراڻيو.

هوءَ شرمائجي ويئي ۽ اوچتو اٿي تيزيءَ سان ڀوڙندي اندر ڪمري ۾ ويئي. ٿوري دير کان پوءِ هوءَ آئي، تڏهين سندس مٿو رڱي سان پوريءَ طرح ڍڪيل هو ۽ سندس هٿن ۾ چنبيليءَ جا گل هئا. هوءَ مجيد خان جي پرسان اچي سندس قدمن ۾ ويهي رهي ۽ سيئي گل سندس قدمن ۾ وڇائي

ڇڏيائين.

مجيد خان حيران ٿــي پنهنجا پير پري ڪندي چيو، ”توکي خبر هئڻ گهرجي ته مان مسلمان آهيان.“

پر انهيءَ عورت مجيد خان جا قــدم مضبوطيءَ سان جهلي ورتا ۽ چيائين، ”تون مسلمان ناهين. تون ڪراچي آهين. ڪراچي جتي گنگارام بلڊنگ آهي. گنگارام بلڊنگ، جنهنجي هڪ ڪمري ۾ ٽيهه ورهيه اڳ ڪملا گيانچندالڻي جنم ورتو هو. ڪملا گيانچندالڻي، جا هانگ ڪانگ اچي مري ويئي.“ ائين چئي هُن پنهنجو ڪنڌ مجيد خان جي گوڏن تي لاڙي ڇڏيو.

مجيد خــان ڏاڍو پيار وچــان پنهي هٿن سان ڪملا گيانچندالڻي جـو چهرو مٿي ڪيو. هن جون اکيون پوتيل هيون، پر مجيد خان ائين محسوس ڪيو، ڄڻ ڪراچيءَ جي آغوش ۾ اچڻ سان ڪملا وري جيئري ٿي ويئي هئي.

- سنڌيڪار: **ولي رام ولڀ**

لعل جوڻيجو

# پرديسي کهڙا ٻرين

## (انگلنڊ ۾ لکيل ڊائري جا ڪجهه صفحا)

نومبر

اڄ ڪان شام جي شفق شروع ٿي آهي. ٽين ڪان ٻارهين وڳي تائين. اڍائي وڳي ٿي ماني کائي اچي اسٽيشن تي پهتس. چئين وڳي تائين قادر به وڃي ڪچهري ڪئي ۽ پوءِ موڪلائي گهر هليو ويو. هن ٽڪري ۾ قادر جي چڱي ڏيٺ ويٺ آهي؛ چاڙهو سڃاڻو هن کي 'عبدل' ڪري سڏيندا آهن. (۱) ٽرم سيني کي قادر ٻڌائي ڇڏيو آهي ته مان سندس سوٽ آهيان. هونءَ به منهنجا وار گهنڊيدار ۽ رنگ پڪو آهي، ايتريقدر جو ديس ۾ جڏهن سئنيما تي گهڻي رش هوندي هئي ته دوست مون کي ئي اڳيان ڪندا هئا ته دريءَ تي بيهل

---

(۱) هتي رسم آهي ته گهرائپ يا دوستيءَ جي حالت ۾ هميشه نالو وٺي مخاطب ڪندا آهن. قادر جو پورو نالو عبدالقادر بلوچ آهي. جنهنڪري هنکي عبدل چوندا آهن. پر جيڪڏهن ڪو نئون واقف ٿيندو ته اهو چوندو 'مسٽر بلوچ'. ذات سان مخاطب ڪرڻ وقت اڳيان مسٽر ضرور چوندا. نالي اڳيان مسٽر ڪم نه آڻيندا آهن.

مڪراني مونکي پنهنجي ٻراڍريءَ جو سمجهي بخشي ڇڏيندا ۽ ٽڪيٽ جلدي ملي ويندي.

سادي پنجن وڳي سلويا گاڏيءَ مان لٿي. مُشڪندي ڪيڪاريائين ۽ ڳالهيون ڪندا پليٽفارم تان هيٺ لٿاسين. آفيس ٻاهران پهچي خدا حافظ چيائين، چانهه جي صلاح ڪئي مانس پر پئي دفعي پيئڻ جو چئي هلي وئي.

ديس ۾ ته ڪتي دل اٽڪائڻ جو وجهه ئي نه مليو هو، پر ڪيترن ئي اهڙن پريت جي پانڌيئڙن سان دعا سلام هئي، جن سان کلي ڳالهائڻ ته پري رهيو، پر جي ڪنهن سهڻي شڪل واري ڇوڪريءَ ڳار ئي ڏني ته سڄي رات هاءِ واءِ ڪري مجنونءَ جي روح کي عذاب پهچائيندا رهندا هئا. مون سان به جو سلويا کلي ڳالهايو ته دل ۾ دهل وڄڻ لڳا. ڪلاڪن ته پئي هوائي قلعا اڏيم. شراب جو دڪان کُليو ته سڌو ڏئي ٢ بوتلون بيئر جون وٺي آيس. پيئڻ کان پوءِ دماغ تي سرور چڙهيو ته دنيا ئي رنگين ٿي پئي. آهي آهي سڀون سڀيم ۽ پول ٺاهي رکيم دل ۾، جو سمجهان پيو ته جڏهن سياڻي سلويا کي ٻڌايم، ته گهر ٻار ڇڏي، سڀئي وانگر منهنجي پويان پنهل پنهل ڪري اچي پاڪستان پهچندي.

رات جو گهر پهچي ڳوٺان آيل خط پڙهيم ته سڀئي پورَ پترَ ڪري اوپري پکيئڙي وانگيان دماغ جي آکري مان اڏري ويا ۽ مٽ مائٽ، دوست ڀار ياد اچڻ لڳا. بستري ۾ سمهي پئي ڪي گهڙيون ته وڌي پهه پڄايم ته

وري ڪنهن ڏاريءَ ڇوڪريءَ جي ويجهو به نه ويندس.
الائي ڪهڙي ويلي ننڊ آئي.

**اڳارو**

سادي يارهين وڳي اک کلي. نيرن پاڻي ڪري خطن جا جواب لکيم. اڍائي وڳي ماني کائي اسٽيشن تي آيس. قادر ٿوري دير ويهي گهر هليو ويو. پنج لڳي ويهن منٽن تي اچڻ واري گاڏي ڏسي سوچيم ته اڌ ڪلاڪ کن لاءِ اسٽيشن ڇڏي وڃان، جيئن ملويا اڄ سامهون ئي نه اچي. (اسٽيشن تي پاخانا وغيره جهڙيون سهولتون نه آهن، جنهن ڪري جيڪڏهن اڌ منو ڪلاڪ گهوريءَ هٽي وڃجي ته ڪو پڇڻ وارو نه آهي.) گهر وڃي چانهه پيئڻ لاءِ سوچيم. اڌ رستي تي پهتس ته پويان ڪنهن ڪار جو هارن وڳو، پٺ ورائي ڏٺم ته ملويا اسپورٽس ڪار اچي منهنجي پرسان بيهاري.

رسمي ڪيڪار ڪان پوءِ پڇيائين، ”ڪيڏانهن؟“

”پيٽ ۾ ٿوري گڙٻڙ ٿي پئي آهي، سو وڃان پيو ڪنهن پب (Pub) ۾ بيئر جو گلاس چاڙهڻ.“ ٽڪ ڙ ۾ ڪوڙ هنيم.

”هينئر تنهنجي لاءِ ڪهڙي پب کلي هوندي. اڃا ته سادا پنج ٿيا آهن.“

ڪوڙ لڳو ڪونه. ”خير، گهر ڏي هليو ٿو وڃان اتي وڃي ڪجهه پيئندس.“

”گهر ڪٿي اٿئي؟“

”ڪلائيڊ اسٽريٽ.“

”مان به اتان لنگهنديس جي اچين ته توکي ڪنيون هلان.“ ائين چئي هن منهنجي جواب ڏيڻ کان اڳ ۾ ئي ڪار جو در کوليو. پرديس ۾ پيار جا پيچ ڪڏهن پاتائي ڪونه هئا سو پاڻ چڙائڻ جهڙي پيچيده مسئلي کي ٽڏي تي حل ڪرڻ جـو ڪو حيلو ئي نـه آيو. ’مهرباني‘ چئي ويهي رهيس. منهنجي ويهڻ کان پوءِ هڪ نظر مون تـي وڌائين، اکيون اکين سان ملايون ۽ هـن مـشـڪـي ڪٽي ڪار گيئر ۾ وڌي.

زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن غير عورت جي ايترو ويجهو ويٺو هوس سو ڪـٽن ڳاڙها ٿـي ويا. ايتري ۾ قادر جو قول ياد پيو ته ڪنهن عورت سان گـڏ خاموش ويهڻ ٺيڪ نه آهي. ٿورو گهٻرائيندي هن کان پڇيم، ”تون شراب پيئندي آهين؟“

”ها. پر پب ۾ ويهي پيئڻ ۾ مزو نه ايندو اٿم.“

”مان به هتي اچڻ کان پوءِ ٻـه ٽـي ڀيرا پب ۾ ويو آهيان، پر اتي ويهي پيئڻ ۾ مزو مون کي به نه ايندو آهي.“

هـن مونڏانهن نهاري مشڪيو. ايتري ۾ ڪلائيڊ اسٽريٽ اچي وئي.

”ڪهڙو نمبر آهي تنهنجي گهر جو؟“ هن ڪار گهٽيءَ ۾ لاڙيندي پڇيو.

”بس. مون کي هتي ئي لاهي ڇڏ.“

”هاڻي ڪار گهٽيءَ ۾ لاڙي اٿم تون نمبر ٻڌاءِ.“ هن

ڏاڍي حجائتي نموني چيو.

”چوٿيهه.“ مون وراڻيو.

در تي لاهي هوءَ خدا حافظ ڪري هلي وئي.

در ڪولي اندر ٿيس تہ قادر اڳ ۾ ئي صوفي تان اٿيو پئي آيو. ”اڙي! اهو سلويا جو ڪار هو نہ؟“ هن ڏاڍي اتهرائيءَ سان پڇيو.

”ها. خير؟“

”اڙي خدا جو قسم منهنجو ڳالهہ صحيح ٿيو.“ هن ٻارن وانگيان خوش ٿيندي چيو.

”ڇا مطلب؟“ مون ٿورو رڪائي سان هن کان پڇيو.

”اڙي هاڻي وري. اچ اچ ٻاهر هلون. گهر ۾ اهڙو ڳالهہ ڪرڻ ٺيڪ نہ آهي.“

”ٻار مونکي پيٽ ۾ سور آهي ڪجهہ ڦڪي تہ کاڻي ڏي استاد.“ مون سلويا لاءِ ناهيل ڪوڙ قادر تي آزمائڻ چاهيو پر اچ جو ڪو ڏينهن ڏي اهڙو آهي جو ڪوڙ لڳو ئي نٿي. چوندا آهن تہ ’ڪوڙ کي پير نہ ٿيندا آهن‘ پر هت تہ ماڳهين منهنجي ڪوڙ جو قادر ڳاٽو ڏي پجي ڇڏيو.

”استاد اها اڙي بازي ڪنهن ٻئي کي ڪريس، تون اڄ مان تنهنجو سڀ بندوبست تہ ڪريان، خدا قسم.“

۽ ٻانهن کان ڇڪي هو مونکي ٻاهر وٺي آيو.

”استاد تون هاڻي منهنجو ڳالهہ ٻڌ.“ هن گلاس مان چسڪي ڀريندي چيو ”هي انگلنڊ آهي. هتي ڇوڪري

نہ رکنديون خدا قسم ٽي-بي (T.B) ٿي ويندءِ، ۽ اهو سلويا توسان ڦاسندو.... مونکي ڀهريائين پتو آهي. مان جڏهن توکي ايئر پورٽ تي ڏٺوس آهستي ’ممد علي‘ جي ڪن ۾ چيوس، خدا قسم ’ممد علي‘ سلويا هن تي مرندو. (قادر محمد علي کي هميشه ممد علي چوندو آهي.)“

”يار ڇا پيو چوين؟ هڪ ڏُڪ ۾ ايڏا نشا چڙهي ويا اٿئي ڇا؟“ مون خار مان هن کي چيو.

”اڙي منهنجو دلبر جاني ناراض نہ ٿي. اهو ظالم ڇوڪري هتي اسان کي ماري ڇڏيو آهي. ’ممد علي‘ هن تي ڏاڍا وار ڪيا نہ ڦاٿو، مون چار سال محنت ڪيو نہ ڦاٿو، پر خدا قسم توسان ڦاسي ويندو.“

”ڇو تو خواب لڌو آهي ڇا؟“

”اي نہ يار توکي خبر ناهي ني وري. هتي جو ڇوڪري سنهڙي مرد تي مرندو آهي. خاص ڪري جنهن ڇوڪري جو باڊي (Body) ٿورو مضبوط آهي ني اهو تہ اصل سنهڙي مرد لاءِ چار ٿو وجهي چار.“ هن پنهي هٿن سان خيالي چار جي ڏور پڪڙي ڪاپي اک بند ڪري ڪنڌ کي اهڙو جهٽڪو ڏنو، جو مونکي کل اچي وئي. ”ها ني وري.“ هن گلاس خالي ڪري ميز تي رکيو ۽ ٻئي ٻاهر نڪري آياسين. قادر کان پڇيم، ”ڪيڏانهن ارادو اٿئي؟“

چيائين، ”هل اسٽيشن تي ويهي ٿا هلي صلاح ڪيون.“

”ڇا جي صلاح؟“

”اڙي سلويا جو پيو ڇا جو؟ يار تون منهنجي چوڻ

مجيس ڙي. چوريءَ کي ڏاڍو مغروري آهي خدا قسم."

"پر هوءَ شادي شده آهي...."

"اڙي تہ پوءِ چا ٿيو. هتي سڀ ڪم هلي ٿو استاد، تون گهبراءِ نہ. خدا قسم موج ٿي ويندو. يهودڻ آهي، ڏاڍو پئسو ڏيندو."

"لعنت ڪر هن جي پئسي تي. يار تون ماڻهون آهين ڪ مڪراني."

"اڙي مان بلوچ آهي بابا. پئسو نہ کپي، خرچ تہ ڪندو ني تنهنجي مٽان."

اسٽيشن تي پهچي قادر ويهي سمجهايو تہ سياڻي جڏهن سلويا اچي تہ مان هن کان پڇان تہ مونسان گڏجي ٻاهر گهمڻ هلندي، جي ها چوي تہ ملڻ جو وقت ۽ جڳهہ پڇي پڪ ڪري ڇڏجانس. چانهہ پي قادر تہ هليو ويو ۽ مان ويهي هوائي قلعا ٺاهڻ لڳس.

اربع

اڊائي وڳي اسٽيشن تي پهتس تہ قادر اڳ ۾ ئي تيار ويٺو هو. وري بہ سلويا کان وقت وٺڻ جو سمجهائي هليو ويو. اڊائي کان ساڍي پنجين ٽائين مان اٽڪل پندرهن سگريٽ ڦوڪي چڪس. پليٽفارم تي وچڻ کان اڳ پيٽ ۾ لڳل آئيني ۾ پنهنجو منهن ڏٺم. اڻ تڻ ۾ گهٽ سگريٽن چڪڻ ڪري چپ سڪي ٺوٺ ٿي ويا هئا. صابڻ ڪٽي منهن ڌوتم، ڦٽي ڏيئي پليٽفارم تي پهتس تہ گاڏي بہ اچي بيٺي. هر در ڪلڻ تي اهائي آس تہ اجهو ٿي سلويا اتان لهي. پر جڏهن

لهندڙ مسافر پنهنجي در تي بند ڪيو ته انهن پيو لڳي، ڄڻ منهنجي دل جي ڌڙڪڻ بند ٿي ويندي. آسانيءَ اکين سان هر لهندڙ ڇهري تي نظر وڌم، پر سلويا ڪونه لٿي. هارايل جواري وانگر ڳرن قدمن سان لهي هيٺ آيس. پڪ ڪرڻ لاءِ ٻاهر ڏٺم، هن جي ڪار به بيٺي هئي. سوين سوچون پيون دماغ ۾ اچن. ڪٿي مڙس ته نه ڳڌجي ويس شهر ۾. ڪو حادثو نه ٿيو هجيس. مانچيسٽر کان ايندڙ هر گاڏي ڏسڻ لاءِ ويس، پر هر دفعي نراساٺيءَ ۽ بيوسيءَ جو بارکڻي پٺي واپس آيس ۽ هر ڀيري ٻاهر نڪري ٿي پڪ ڪيم ته هن جي ڪار بيٺي آهي. ساڍي ڇهين وڳي ٽڪي ٽڪي ٿڪي تي در ۽ ٽڪيٽ ڏيڻ جي دري بند ڪري اچي آرام ڪرسيءَ تي ڍير ٿي ڪريس. لاڳيتو سوچڻ ڪري دماغ ايترو ٿڪجي پيو هو، جو مٿو پٺيان ٽيڪيم ته اکين تي ڪيپ چڙهڻ لڳا.

ست لڳي ٽن منٽن تي مانچيسٽر کان اچڻ واري گاڏي جڏهن آفيس جي پٺيان لنگهي رهي هئي ته ٽڪيٽ واري دريءَ تي ٺڪ ٺڪ ٿي. دري کوليم ته، هوءَ سامهون بيٺي هئي.

”اوا تو ڏاڍي دير ڪئي اڄ اچڻ ۾.“ مون در کوليندي چيو، ”اچ اندر اچ.“

هوءَ آفيس ۾ اندر هلي آئي.

”ڇو توکي انتظار هو ڇا منهنجي اچڻ جو؟“

”نه نه.“ مون گهٻراهٽ لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”انتظار سان ڇو ڪندس. دراصل روزانو ساڳيو مسافر

ڏسي ڪجهه عادت ٿــي وئي آهي، جيڪو مقرره وقت تي نٿو لهي گاڏيءَ مان ته انتظار ته ٿئي ٿو.“

”اڄ چانهه جي آڇ نٿو ڪرين؟“ هن ڪرسيءَ طرف وڌندي چيو.

”معاف ڪجانءِ. مونکي وسري ويــو. اڄ ويهه . چا پيئندينءَ چانهه يا ڪافي؟“

”ڪافي.“ هن مشڪندي ورائيو.

اڄ الائي ڇو مونکي ائين پيو لڳي ، ڄڻ هن جي هــر حرڪت ۾ ڪا ڪانڊ هجي. ڪافي ناهي قادر جي لاڪر (ڪيٽ) مان بسڪوٽ ڪڍي هن جي اڳيان رکيم.

”اڄ هڪ ساهيڙيءَ ۾ ڪم هــو، وئــي هئس ان سان ملڻ، پر اها هئي ڪونه گهر ۾، اجايو وقت وڃايم.“

مون هڪ نظر هن مٿان وڌي. پــريل جسم تي گلابي اسڪرٽ غضب پيو ڪري. وار ڪلهن تــي . ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي، هوءَ ائين پئي لڳي، ڄــڻ ڪنهن مصور اڳيان پنهنجي تصوير ڪيرائڻ ويٺي هجي.

”تون اڄ ڪجهه مايوس ٿو لڳين.“ هن مونکي خاموش ڏسي چيو.

”نه، مايوس ٿيڻ جهڙي ڪا ڳالهه ته نه ٿي آهي.“

”تنهنجي تعليم ڪيتري آهــي؟ معاف ڪجانءِ اهــو شخصي سوال ٿي پڇانءِ.“

”مون ائڊوانسڊ اڪائونٽنگ ۾ آڊٽنگ ۾ گريجوئيشن ڪئي آهي.“

”اوه!“

”ڇو؟“

”اڪائونٽنگ! مونکي ته ان ڪم کان نفرت آهي، سخت نفرت. انسان ان ڪم ۾ جلد ئي پوڙهو ٿيو وڃي ٿو ڪي الائي ڪيئن اهو ڪم وڻيو آهي.“

”مونکي انگن سان پيار آهي. I Love Figures“ مون هن جي اڌ اگهاڙين ٽنگن ڏي ڏسندي چيو.

”ڏاڍو شرارتي آهين.“

مون هن جي اکين سان اکيون ملائيون ۽ نگاهه ترڪندي سڄي جسم تان ٿيندي وري به اچي هن جي سترن تائين اگهاڙين ٽنگن تي بيٺي. هن جي هڪ هڪ انگ کي چڻ زبان ٿي پئي هئي ۽ وڏي واڪي سڏي مونکي چئي رهيا هجن، ’اچ اي قلم سان لکيل انگن سان پيار ڪرڻ وارا، قدرت جي ٺاهيل هن شاهڪار جي انگن سان به ته پيار ڪر.‘

”انگن سان پيار جو مطلب؟“

”انسان زندگيءَ ۾ ڪيترين ئي شين سان پيار ته ڪري. مثال تون پنهنجي مڙس سان پيار ڪندي هونديءَ. مان انگن سان پيار ڪندو آهيان. ان ۾ ڪا شرارت جي ته ڳالهه ئي نه آهي.“

”توکي ڪيئن خبر پئي ته مان مڙس سان پيار ڪندي آهيان؟“

”تون پرڻيل آهين ۽ هتي جي رواج پٽاندڙ مڙس ڳولهي ڪنيو هوندءِ ۽ پڪ اٿم ته ان سان پيار هوندءِ.“

”تون پلپل آهين. ڪڏهن ڪڏهن انسان جي نظر ڌوکو به کائي ويندي آهي. مون مڙس برابر ڳولهي ڪنيو هو، پر هڪ سال ڪانپوءِ پنهنجي غلطي جو احساس ٿيو ۽ هاڻي ٽن سالن کان اسان جدا رهندا آهيون. مان پنهنجي ماءُ سان گڏ ۽ هو مانچيسٽر ۾.“

اهو ٻڌي دل جي ڪجهه همت ته وڌي پر زبان تي قادر جا قول اچن ئي نه پيا جو ڪٿي هنکي دل جي ماجرا ٻڌايان. آخر دل جهلي پڇيومانس، ”تون ڪيڏانهن گهمڻ ڦرڻ ڪونه وڃين. اڪيلي ۾ بوريت ته ٿيندي هوندءِ.“

”چنچر آچر ته ٻئي ڪنهن ڪنهن ڪٿي هيلين پارڪ ويندي آهيان، نه ته گهڻو ڪري گهر ۾ ئي هوندي آهيان.“

”اوه.“

”ڇو؟“

”مان پيو سوچيان....“ ۽ وڌيڪ ڪجهه نه ڪچي سگهيس.

”تون ڇا پيو سوچين؟“ هن اناوليءَ مان پڇيو.

”سوچيان پيو تنهنجو مڙس ڪيڏو نه بيوقوف آهي جو تو جهڙي سهڻي زال کي ڇڏي ڏنو اٿس.“ مون اصل ڳالهه لنوائيندي چيو.

”هون.“ هن ٿڌو ساهه ڀري چيو، ’ چڱو ڪافيءَ لاءِ تنهنجي مهرباني. مان هاڻي هلان ٿي.“

هوائي قلعا ڌڙ ڌڙ ڪري ڪرڻ لڳا ۽ مان ڪجهه چوندي چوندي چپ ٿي ويس.

”نون وري آداس ٿي وئين. تنهنجي دل ۾ ڪا ڳالهه آهي ضرور، جيڪا چوڻ کان پيو ٿو ڪيٻائين.“

”در اصل .... در اصل.“ ۽ مان وري چپ ٿي ويس.

هن پنهنجو پرس ڪاپـي ٻانهن ۾ لٽڪائي ساڄو هٿ، مونڏانهن وڌايو ۽ چيائين، ”چڱو خدا حافظ لعل.“

مون پنهنجو ساڄو هٿ هنجي هٿ ۾ ڏنو ۽ کابو هٿ هنجي هٿ مٿان رکي اکيون هنجي اکين ۾ اٽڪايم. منهنجا هٿ ۽ بدن ڏڪي رهيو هو ۽ ائين پيو لڳي، ڄڻ هٿ جي ترين ۾ پگهر اچي ويـو اٿم. اکيون اکين سان اٽڪيون ته هڪ مقناطيسي لهر هنجي اکين مان منهنجي سڄي بدن ۾ ڊوڙي وئي. هٿ ڪي ٿوري چڪ ڏني مالس تـه سري اچي مون سان لڳي بيٺي ۽ مون نـوڙي پنهنجاچپ هنجي چپن سان ملائي ڇڏيا. پيگل تتل اکرن ۾ هن چيو. ”لعل مونکي توسان محبت ٿي وئي آهي . ڀهرئين ئي ڏينهن جڏهن مون توکي ڏٺو هو، منهنجي دل بي قابو ٿي وئي هئي.“

”منهنجو حال بہ ڪجهہ اهڙوئي آهي.“

ان وقت ئي دري؆ تي هڪ ماڻهو ٽڪيٽ وٺڻ آيـو ۽ سلويا مونکي سپائي ڇهين وکي گهر وٺي هلڻ جي دعوت ڏئي هلي وئي. سنگل واري کي فون ڪيم تہ منهنجي طبيعت خراب آهي ۽ مان آفيس بند ڪري گهر آيس تہ جيئن قادر کي سندس اڳڪتي بـابت ٻڌايان. گهر پهتس تہ قادر ويٺي ٽيليويزن ڏٺي. ”ها سٺا استاد.“ (گهڻو وقت پنجابيين سان گڏ رهڻ ڪري قادر ڪڏهن ڪڏهن سنڌي، پنجابي، اڙدو،

انگريزي ۽ بلوچي ٻولين جو اهڙو آمليٽ ٺاهي ڳالهائيندو آهي جو کل اچي ويندي آهي.)

”استاد ڪم ڦڪو آهي.“

”اڙي ها ني وري هٿ ملائي ڇڏ استاد. منهنجو دل خدا قسم سادي پنجين وڳي کان ٺي دڪ دڪ پيو ڪري تو دير ڪيو مان سمجهو استاد جو ڪم ٺاٺ ٿي ويو.“

”يار ڪم ته لهي ويو پر....“

”اڙي پر پر ڪي ڇڏيس يار ڪو توکي شادي ته ڪرڻو نه آهي جيستائين پاپي هتي اچي تيستائين ته ڪم هلاءِ، پوءِ ديکا جائينگا.“

ماني کائي مان وڃي سمس پر ننڊ اڌ رات کان پوءِ آئي.

## خميس

هفتيوار ڀڳهارون هتي خميس کان ملڻ شروع ٿينديون آهن. پاڪستان مان آندل ڪارو سوٽ پائي ڀڳهار وٺڻ لاءِ اسٽيشن تي آيس ته قادر ڏسندي ئي رڙ ڪئي.

”خدا قسم اڄ ته وڪيل ٿو لڳين.“

ڀڳهار وٺڻ لاءِ ٻي اسٽيشن تي وڃڻو آهي سو يارهين وڳي گاڏي پڪڙي ١٠–١٦ وڳي وري سوائين ٻارهين وڳي پنهنجي اسٽيشن تي پهچي وياسين. قادر لهڻ شرط ئي موڪلائي گهر هليو ويو، جو پروگرام اڳين ڏهيو هو ته ٻارهين کان ڇهين وڳي تائين مان ڪم ڪندس ۽ ڇهين کان ٻارهين وڳي رات تائين قادر منهنجي طرفان ڪم

ڪندو. ڊيوٽي مٿائون لاهه اڳواٽ ان حد جـي مئنيجر کان اجازت وٺڻ ضروري آهي، پر قادر عشق جي معاملي ۾ انهن ننڍڙين ڳالهين جي پرواهه ئي ڪونه ڪري.

قادر ويو ته سـه ويهي گهڙيون ڳڻڻ شروع ڪيم. وقت هو جـو ڇـڙيوئي نـه ٿي، ڇڻ تـه زنجير پنجي ويـا هئس. مس مس پنج وڳا.

سلويا گاڏيءَ مان لهڻ شرط اچي پاڪر پـاتو ۽ ڳلتي تي چمي ڏيئي چيائين تـه: مان هاڻي هلان ٿـي ٺيڪ ڇهين وڳي تيار ٿي ويهجانءِ تـه مان ايندس. پنجين کان ڇهين وڳي تائين ويهي قادر جو انتظار ڪرڻ لڳوس. مونکي اها آڻ تڻ تـه قادر اچي تـه پهرينءَ ڊيٽ بابت ڪجهه هدايتون ڏئانس، پر يار نـه آڳي نـه اوري. ڇهن کان منٽ کن مٿي ٿيو تـه سلويا بـه ٻاهر اچي هارن وڄايو ۽ مان اسٽيشن الله جي آسري ڇڏي اچي هنجي ڪار ۾ ويٺس!

رستي تي هنکان پڇيم تون ڇا پيئنديءَ؟ تـه کلي چيائين، ”هـي دعوت مـون ڪئي آهـي مسٽر. تو ڊيٽ (Date) ٿوروئي ورتي آهي. گيدي، ڪالهه زبان مان اکر بـه نـه پيو اڪليئي.“

”سچ تـه هن کان اڳي پيار ڪرڻ جو وجهه ئي نـه مليو هـوم جنهن ڪري منجهي پـيس تـه تـوکان ڊيٽ ڪيئن وٺـان.“

”هون! مان تـه ڪالهه جنهن وقت آيس تـه الائي ڪهڙي قوت ڇڪـي مونکي دريءَ طرف آندو. جڏهن توسان ڪافي

پيئڻ ويٺس ته ذهن ۾ دل ۾ پشيمان پئي ٿيان ته تون به انگريز عورتن لاءِ ڪهڙو اثر وٺندين دل تي. هر هر پئي توڏي ڏسان ته اجهو ٿو ڏيٺ لاءِ چوي پر تنهنجي زبان تــ چڻ تارونءَ سان لڳي وئي هئي.“

”بس حسن جو رعب ئي ڪجهه اهڙو آهي جــو زبان تارونءَ سان لڳيو وڃي.“

”شرارتي.“ هن منهنجي ڏونري ۾ چهنبڙي پائيندي چيو.

”ڪار جهل.“ مون قادر جي لوڏ پريڪان ئي سجائي رڙ ڪئي.

”چو؟“

”اڳيان عبدل بيو اچي.“

”تون انڪان لڪڻ ٿو چاهين ڇا؟“

”نه نه لڪڻ وري ڪهڙو ڪجهه ڳالهائڻو آهي. اسٽيشن تي ته ڪو ماڻهو هجي.“

ڪار بيٺي ته قادر به کلندي پئي هٿ منهنجي پاسي واري دريءَ تي رکي اچي بيٺو.

”هيلو سلويا.“

”هيلو عبدل“

”مولا مددگار. استاد مونکي ٿورو دير تي وڃو معاف ڪجانءِ. ٽيليويزن تــي خبرون پيو ڏسان. ٽيهه پاڪستاني بيڙيءَ تي آيو آهي پوليس پڪڙيو. خانه خراب ڏاڍيو بدنامي ٿيو آهي....“

”يار ٻڌاءِ پوءِ هاڻي ڇا ٿيندو؟“ مون هنجي ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي چيو.

”اڙي ٿيندو وري ڇا، سڀاڻي سڄي ملڪ جي اخبارن ۾ اچي ويندو ته ....“

”يار اخبارون وچي ڪڏ ۾ پون. تون مونکي ٻڌاءِ ته مان جو هن سان گڏ ٿو وڃان ته منهنجو ڇا ٿيندو؟“

”اوه! تـون منهنجو ٿـو پڇين. تـون استاد بس عيش ڪندين عيش خدا قسم. اسانجو پڙهائي هاڻـي ختم اڳتي پاڻ سياڻو آهين. خدا حافظ ـ خدا حافظ سلويا.“

ائين چئي قادر ته اڳتي هليو ويـو ۽ سلويا ڪار چالو ڪندي چيو، ”عبدل سٺو ماڻهو آهي.“

”ها تمام سٺو دوست آهي.“ مون ڳالهه جـو سلسلو جاري رکندي چيو، ”تو ٻڌي چيو تون ماڻ سان گڏ رهندي آهين، تنهنجي ماڻ کي ته منهنجي هلڻ تي ڪو اعتراض نه ٿيندو نه.“

”پوءِ منهنجي ماڻ جو ڇا وڃي منهنجي ذاتـي ڳالهين ۾. تنهن هوندي به تو بابت مون هنکي سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو آهي. گهر منهنجو آهي ڳالهه نه وڻندس ته گهر ڇڏي هلي ويندي.“

انگريز قوم جي خود غرضيءَ جو احساس مونکي پهريون دفعو اهو جواب ٻڌي ٿيو ۽ مـان سوچڻ لڳس تـه شخصي آزادي ۽ خود غرضيءَ ۾ ڪهڙو فرق آهي.

”ڇا پيو سوچين؟“ هن مونکي چپ ڏسي پڇيو.

”ڪجهه نه.“

”تون ڇا پيئندو آهين؟“

”منهنجي پسند نه وسڪي آهي، پر تنهنجي هتان سان نه جيڪر زهر به پي وڃان.“ مون پنهنجي سمجهه موجب شاعري ڪري ورتي ۽ هن ڇرڪ ڀري ڇيو.

”خدا خدا ڪر مان ڇو توکي زهر پياريندس.“

”جاني اها مشرقي شاعري آهي نه جيڪڏهن معشوق پنهنجي هٿن سان عاشق کي زهر پياري ته عاشق اهو بسم الله ڪري پي وڃي. اها خبر هوندي به ته اهو پيئڻ سان سندس موت يقيني آهي.“

”مشرقي عاشق به عجيب آهن ۽ معشوق تــه ماڳهين بيوقوف جو ڪنهنکي زهر ڏين. ڀلا جي زهر ڏئي ڪنهنکي ماريندا ته عمر قيد جي سزا نه ايندن؟“

”اسانوٽ خون جو بدلو خون ٿيندو آهي. عمر قيد جي سزا رکيو ڪن ڀاڳ وارن خونين کي ملندي آهي.“

”انجو مطلب تــه معشوق زهر پيارڻ سان گڏ پنهنجي موت جي پرواني تي به پاڻ ئي صحيح ٿا ڪن؟“

”بلڪل، ڪڏهن تــه عاشق معشوق گــڏجي آپگهات ڪندا آهن.“

”منهنجا خدا! آپگهات ڇو؟“

”ڇو نه هو پاڻ ۾ شادي نه ڪري سگهندا آهن.“

”ڇا مطلب؟“ هن ڏاڍي حيرانيءَ مان پڇيو.

”اسانوٽ هتي وانگيان ڇوڪرن ڇوڪرين جو ميل

ميلاپ نہ ٿيندو آهي. سماجي بندشن ڪري ڪڏهن ڪڏهن شادين ۾ عجيب رڪاوٽون پيدا ٿينديون آهن ۽ نتيجي ۾ ٻہ معصوم جانيون ختم."

"اهو تہ نسورو ظلم ٿيو." هن ڪار هڪ بنگلي اڳيان روڪيندي چيو، "هي اٿئي منهنجو بنگلو. آ تہ لهون."

يهودين جي مشهور محلي ۾ هن جو گهر هو. لهي اندر وياسين. ماءُ سان ملاقات ڪرايائين. پهرينءَ نظر ۾ سمجهيم تہ سلويا جي ڀيڻ آهي. چاليهن سالن جي مس پئي لڳي، ٻر پوءِ خبر پئي تہ عمر سٺ کان بہ مٿي اٿس. مشڪي ڪيڪاريائين. سلويا مونکي وٺي لاءِ چيو تہ مان اڪيلي پيل صوفي تي وڃي ويٺس. پوڙهيءَ مشڪوڪ نگاهن سان مونکي ڏٺو ۽ سلويا بہ مشڪي ڪمري کان ٻاهر نڪري وئي. ڏهن منٽن کانپوءِ موٽي تہ ڪاري اسڪرٽ ۾ هئي ۽ گلي ۾ اڇين موتين جي مالها هئس. اڇي چمڙيءَ تي ڪارو اسڪرٽ، خدا جي پناهہ. رات ڏينهن جو هي ميلاپ ڪنهن نئين سج اڀرڻ جو سنيهو پئي لڳو. هنجي اندر اچڻ تي پوڙهي اٿي ٻاهر وئي ۽ هوءَ منهنجي صوفي جي ٻانهن تي ويٺي. هڪ ٻانهن منهنجي ڪلهن تي ورائي چيائين. "تون منهنجو دوست آهين ۽ توکي هن وڏي صوفي تي مونسان گڏ ويهڻ کپندو هو."

"معاف ڪجانءِ غلطي ٿي وئي. دراصل تنهنجي ماءُ جي روبرو ايڏي جرئت ڪندي هبڪ ٿي ٿي."

هن منهنجي ڳٽي ۾ چهنڊڙي پائيندي چيو، "تون واقعي

ڏاڍو سا ڍو آهين."

ايتري ۾ پوڙهي هڪ ٽراليءَ ۾ ڪجهه سئنڊوچ، ٻه ٻوتلون ۽ خالي گلاس کڻي آئي ۽ ٽرالي ڇڏي مونکي چيائين:
"چڱو خدا حافظ مان هاڻ وڃان ٿي پيٽر سان ملڻ. آئين اٿي آهي انکي ٻه وڳي اچان. تون هي پنهنجو گهر سمجهجانءِ."

"مهرباني." مون چيو. آئين سلوبا جي پٽ جو نالو آهي. هن جي ٻاهر وڃڻ تي سلوبا ٻه ٻاهر وئي. ٻنهي، ماءُ ڌيءَ ڪجهه وقت پٺي پاڻ ۾ ڳالهايو ۽ جڏهن پوڙهي وڃي ته هوءَ دروازو بند ڪري اچي وڏي صوفي تي ويٺي. اکيون اکين ۾ ملائي چيائين:
"هاڻي ته اچي هتي ويهه. امان ته وئي يا مونکان ٻه شرم ٿيندو."

"توکان ڪهڙو شرم جاني." ۽ مان اٿي وڃي هن سان گڏ ويٺس.

"ڇا پيئنديں ووڊڪا يا وسڪي؟"

"وسڪي."

"سوڊا ملايانس يا نج؟" هن بوتل کوليندي چيو.

"پهريون پيگ ته نج ئي وڃي."

هن پنهنجي گلاس ۾ ووڊڪا وجهي لائيم ملائي وسڪي جو گلاس کڻي مونکي پڪڙايو ۽ پنهنجو گلاس منهنجي گلاس سان ٽڪرائي چيائين، "اسانجيءَ نئين دوستيءَ جو جام."

”دائم قائم رهي اسانجي دوستي سدا.“ مون چيو ۽ وسڪيءَ جو ڍڪ پريم. سگريٽن سان ڇليل نڙي ساڙيندي جڏهن وسڪي اندر پهتي ته منهنجي نس نس ۾ ڇڻ سنگيت پرجي ويو.

”سنگيت سان شوق اٿئي؟“ مون ڪنڊ ۾ پيل ريڊيو گرام ڏسي چيو.

”تمام گهڻو. پر رڪارڊ سڀ اٿم انگريزي ۽ هيبريو ۾ توکي وڻندا الائي نه؟“

”فن جي ڪا زبان نه ٿيندي آهي. منهنجي لاءِ هر ٻوليءَ جو فن عظيم آهي.“

هن اٿي رڪارڊ ريڊيوگرام تي چاڙهيا. پهريان ۲-۳ رڪارڊ ته ڪنهن نيگرو جا ڳايل هئا، جنهنجو هڪ اکر به منهنجي سمجهه ۾ نه آيو. ساز به اهڙا ڇتڪتائي وارا هئا جو بجاءِ سرور جي دماغ تي ڄڻ هٿوڙا ٿي لڳا. آخر هڪ رڪارڊ جيين ٻنهيءَ جو وڳو. Something Got Hold of my Heart (ڪنهن شيءِ اچي منهنجي دل تي قبضو ڪيو آهي) ڏاڍو مزيدار رڪارڊ هو.

”ڊانس ڄاڻين؟“

”نه.“

”چڱو آءُ ته سيکاريانءِ.“ هن مونکي هٿ کان وٺي اٿاريندي چيو. ساڳيو ئي جيين ٻنهيءَ جو رڪارڊ چاڙهي مونکي چيائين:

”هي منهنجو کاٻو هٿ پنهنجي کاٻي هٿ ۾ جهل.“

مون جهليومانس ته مشڪي هٿ ڇڏايائين ۽ چيائين، ”غلطي ٿي وئي.“ منهنجو ساڄو هٿ وٺي پنهنجي چيلهه تي پاڪر وانگيان رکيائين ۽ پوءِ منهنجو ڪاٻو هٿ پنهنجي ڪاٻي هٿ ۾ جهلي پنهنجو ساڄو هٿ منهنجي چيلهه تي ورائي آهستي آهستي پير ڪڍڻ لڳي.

”ڏس جيڪو پير زمين تي رکين ته ان پاسي ٿورو جهڪي منهنجي هٿ کي به جهڪاءِ.“ ان نموني سان جڏهن ٽي چار دفعا ساڳيوئي رڪارڊ وڄايائين ته مان ڳالهه سمجهي ويس. ڊانس هلندي پئي پنهنجي گلاسن ۽ هڪٻئي جي چپن مان چسڪيون پريو نسين.

وسڪي اچي منهنجي دل، دماغ ۽ جسم تي قبضو ڪيو هو. پير پئي ٿڙڪيا. شرم ۽ خوف جا پردا منهنجي اکين ۽ دل تان لهي چڪا هئا ۽ مون هنکي ڪجهه اهڙا لطيفا پئي ٻڌايا جو کلي کيرا ٿي پياسين پئي چئا. قادر کي چيو هوم ته ١٢ وڳي اسٽيشن تي ايندس ته گهر گڏجي هلنداسين. ڪيپ چڙهيل اکين سان وقت ڏٺم ته ٻارهن ۽ هڪ جي وچ ۾ نظر آيو. ٽرالي ڏانهن ڏٺم بوتلون خالي. سلويا کي وٺي اچي صوفي تي ويٺس.

”تڪجي پيو آهين؟“ هن مونکي پاڪر ۾ ڪندي چيو.

”نه ننڊ ٿي اچي دير ٿي وئي آهي منهنجو خيال آهي ته مان هاڻ هلان.“ دل ته در ڪان ٻاهر نڪرڻ تي نه پئي ٿئي مڙيوئي وات ٽڪائي ڪيم.

”هينئر ڪافي رات ٿي وئي آهي. اجايو وڃي گهر

وارن جي ننڊ خراب ڪندين. هتي ٿي سمهي رهه. ھروڀرو چوين ته هلي ڪار ۾ ڇڏي اچانءِ."

"هتي ڪيئن سمهان تنهنجي ماءُ ايندي."

"ان جو فڪر نه ڪر رات ماسيءَ وٽ ٿي رهندي، پر جي هجي ته به ڪهڙو فرق پوندو."

"ٺيڪ آهي. پوءِ هتي ٿي رهي پوندس." مون پنهنجا چپ هنجي ڳچيءَ تي رکندي چيو.

آخري جام ڀري هن پنهنجي گلاس مان ڏيک ڀريو ۽ پنهنجي ٻانهن منهنجي ٻانهن مان ورائي پنهنجو گلاس منهنجي چپن تي آندائين ۽ مون پنهنجو گلاس هن جي چپن تي. گلاس خالي ڪري چيائين "اٿ ته هلون."

"ڪيڏانهن؟"

"ننڊ نه ڪندين."

"مان هتي ٿي ليٽي ٿو پوان."

هوءَ اٿي منهنجي سامهون ٿي بيٺي. اکيون ڪٿي ڏنو مانس ته مسڪرائي رهي هئي، جڏهن مون به موٽ ۾ مشڪيو ته اچي ٿهڪن ۾ ڇٽي. ٻانهن ڪان وٺي مونکي اٿاريندي چيائين.

"تون ڏاڍو سادو آهين تمام سادو، جانسي." نشي ۾ ڏاڪڻ چڙهڻ منهنجي لاءِ چڙهڻ همالیہ جي چوٽي سر ڪرڻ هئي. جيئن تيئن ڪري مٿي ڪمري ۾ پهتس ته ننڊاکڙين اکين سان فقط پلنگ ٿي نظر آيو. سڌو وڃي بستري تي ننگون لڙڪائي سمهي رهيس. بتيءَ جي روشني اکين ۾ ٿي پئي جنهنڪري اکين تي ٻانهن ورائي ڇڏيم.

”تون ڪپڙا نہ مٽائيندي ڇا؟“

اکين تان ہانهن پري ڪري هن ڪي ڏٺو. شب خوابيءَ جي ڪاري چولي ۾، جيڪو هن جي گوڏن کان ٿورو مٿي هو، هوءَ سامهون مسڪرائي رهي هئي.

”مون وٽ تہ رات جي پائڻ لاءِ ڪپڙا ئي ڪونہ آهن. مٽايان ڇا؟“

”پرواهہ نہ آهي. تون ڪپڙا لاهي بہ سمهي سگهين ٿو.“ پلنگ تي ويهي هن منهنجي بوٽ جا ڪشا کولڻ شروع ڪيا.

آئنده حياتيءَ ۾ اهڙي رات شايد ئي نصيب ٿئي.



آغا سليم

## پَل پکيئڙا

جهاز اُڏاڻو ته من پکيئڙي ٻه پرڙا سانباهيا ۽ اک ڇنڀ ۾ افلاڪ اورانگهي الائي ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي پهتو. اکين آڏو اڻ ڏٺل اُفق ۽ اجنبي آسمان جون وسعتون پکڙجڻ لڳيون. اسان سنڌي ته هڪ شهر مان ٻئي شهر ويندا آهيون ته جهڙا پرديسي، پر سنڌ جي نئين نسل جي هانوَ ۾ اوپرن آسمانن جي وسعتن تي ڇانئجڻ جو هي ڪهڙو جذبو جاڳي پيو آهي جو جندڙي تي جهوميم!

جهاز لنڊن ڪان سڊني وڃي رهيو، ساري جهاز ۾ 'اڇا' مسافر ويٺا هئا ۽ مان ئي هڪڙو 'ڪارو' هوس. منهنجي پر ۾ هڪڙي ڊوٽل پوتل سينگاريل سنواريل، اڇي اُجري يورپي گڏي ويٺي هئي. سندس تن تجليون ڏيئي رهيو ۽ سنڌ سنڌ سرهاڻ. هن مون ڏانهن ڌيان ئي نه ٿي ڏنو، ڪڏهن ڪتاب ٿي پڙهيائين ته ڪڏهن جهاز جي ڇت ۾ نهاري، پنهنجو پاڻ سان رهاڻ ٿي ڪيائين، ٻي سيٽ تي هڪڙو پوڙهو انگريز، سيٽ تي مٿو ٽيڪي ڪونگهرا هڻي رهيو هو. مون دريءَ ڪان ٻاهر نهاريو، ٻاهر هر طرف روشن ۽ نيرو آسمان ۽ اڄ جي انسان جي روح ۾ ڦهليل خال جهڙو اٿاه خال ڦهليل هو. هن هيڏي وڏي خال جي آڏو مان

ڪيترو نه حقير ۽ هيچ آهيان. جي مان هينئر مري پوان، جي هي جهاز ڪري پوي ته ڌرتي ۽ آسمان جي وچ ۾ ڦهليل هن خال، وقت جي هن اٿاهه ساگر ۾ ڪا لهر نه اڀرندي. ڪو ڦوڙو اڀري نه ڦاٽندو. اهو خال ائين ئي قائم رهندو. لازوال ۽ لاڪان! پر ڪير ٿو چوي ته مان هيچ ۽ حقير آهيان. مان ته ان خال جو سينو چيريندو، ڪائناتون لتاڙيندو چنڊ تي چڙهندو ٿو وڃان. منهنجي عظمتن جي اڳو سڀ عظمون هيچ آهن.

”اوهان ڪي چاڪليٽ گهرجن.“ هوسٽيس جي مٺڙي آواز مونکي خيالن مان جاڳائي ڇڏيو.

”نه مهرباني، چاڪليٽ کائڻ واري عمر گذاري آيو آهيان.“

”چاڪليٽ کائڻ واري عمر ڪڏهين به گذرندي نه آهي. انسان جي اندر ۾ وينل ٻار هن عمر ۾ چاڪليٽ گهرندو آهي.“ هوسٽيس چاڪليٽي مرڪ سان وراڻيو.

”هينئر منهنجي اندر ۾ وينل ٻار تنهنجي مرڪ جا چاڪليٽ گهري رهيو آهي.“

هوسٽيس مرڪندي هلي وئي. پر ۾ وينل ڇوڪري به مرڪڻ لڳي، مون هن جي مرڪ کي سائنس گفتگو ڪرڻ جو 'ويزا' سمجهيو ۽ يڪدم پڇيومانس.

”اوهان ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو.“

”سڊني وڃي رهي آهيان.“

”مان به سڊني پيو وڃان.“

”ڏاڍو سٺو.“
”اوهان شايد لنڊن کان اچي رهيا آهيو.“
”جي ها.“
”سڊني ڪيئن وڃي رهيا آهيو.“
”سڊنيءَ ۾ منهنجو گهر آهي. لنڊن ۾ پڙهندي آهيان ۽ هينئر امتحان ڏيئي واپس وڃي رهي آهيان.“
”مون سمجهيو، اڄڪلهه يورپ کان آسٽريليا ۾ ماڻهن جو جيڪو ’وڻيو‘ ٿي رهيو آهي. اوهين به ان سلسلي ۾ سڊني وڃي رهيا آهيو.“
هن ڪو جواب نه ڏنو.
”مان اي- بي- سي (آسٽريلين براڊ ڪاسٽنگ ڪميشن) ۾ ٽريننگ وٺڻ لاءِ آسٽريليا وڃي رهيو آهيان.“
”اي- بي- سي ۾“ هن ائين اچرج وچان پڇيو، ڄڻ چئي رهي هجي ڪٿي منهن مريم جو ۽ ڪٿي الله يار!
”اي- بي- سي جو ٻڌي اوهان حيرت ۾ پئجي ويا؟“
”ان ڪري جو اي- بي- سي ۾ نوڪري ڪرڻ اسان وڏي فخر جي ڳالهه سمجهندا آهيون.“
(اسان وٽ ته ريڊيو کي ميراثن جو ڪاتو سمجهندا آهن.)
مون ۾ ٿورو اعتماد پيدا ٿي ويو.
”مان اوهان جو نالو پڇي سگهان ٿو.“
”منهنجو نالو ايلزبيٿ ڪنگ آهي پر سڀ مونکي ايلز سڏيندا آهن.“
مون پنهنجو تعارف ڪرايو-مانس ته ايئري ۾ جهاز

ڪلڪتي جي هوائي اڏي تي اچي پهتو. هوائي اڏي جو ڪجهه حصو زير تعمير هو ۽ مردن سان گڏ عورتون به مزدوري ڪري رهيون هيون. هنن جا پگهر ۾ شم تيل ڪارا ڪارا بدن گهگهرن مان نظر اچي رهيا هئا. سڀ يورپي حيرت وچان هنن کي ڏسڻ لڳا.

”پاڪستان ۾ به عورتون مزدوري ڪنديون آهن؟“ ايلز پڇيو.

”ها.“

”پر توهين ته مسلمان آهيو ۽ مسلمان عورتون پڙدو ڪنديون آهن.“

”غريبن کي پڙدو ڏاڍو مهانگو پوندو آهي، انڪري غريب عورتون پڙدو نه ڪنديون آهن. وچولي طبقي لاءِ پڙدو شرافت آهي ۽ مٿاهين طبقي لاءِ غير ضروري.“

هوائي اڏي تان هن ڪلڪتي جي مشهور جاين جا فوٽو ڪارڊ ورتا ۽ سڀني مسافرن کان پري، اڪيلي، ويهي خط لکڻ لڳي. جڏهن جهاز اڏامڻ جو وقت ٿيو تڏهن خط ڏبي ۾ وڌائين.

جهاز اڏاڻو ته ماڻهوءَ جو وقت ٿيو. مان هڪڙو سڌو سادو سنڌي ماڻهو مان ڇا ڄاڻان ڇرين ڪانٽن ۽ انگريزن جي ڦڪي ۽ آپريل ڪاڏي مان! اک ٽيٽ ڪري ايلز کي ڏٺم ، جيئن هن ڪاڌو ۽ جو هن ڪاڌو سو ڪاڌم. مانيءَ مٿان ڪنهن آفريقي ڪنواريءَ جي جوين جهڙي ڪاري ۽ گرم ڪافي جو ڍڪ پري اياز کان پڇيم.

”تو ڪڏهين هن نتيجي ڪنهن جو ادب پڙهيو آهي.“

”نه، بدقسمتيءَ سان ڪنهن به ايشيائي ملڪ جو ادب نه پڙهيو اٿم. اوهان جا ايشيائي اديب اڄڪلهه ڇا ٿا لکن؟“

”بک، بي روزگاري ۽ جهالت خلاف جنگ ٿا جوٽين ۽ انسان جي محنت ۽ عظمت جا گيت ٿا لکن.“

”تو يورپي ادب پڙهيو آهي.“

”ٿورو گهڻو پڙهيو اٿم ۽ جيتريقدر پنهنجي وت آهر سمجهيو اٿم ته ان نتيجي تي پهتو آهيان ته يورپي اديب جيئن آڏو ڪو آدرش ڪونهي، ڪا روشني ڪانهي ۽ هو اونده ۾ پيو هٿوراڙيون ڏي. ٻي مهاڀاري لڙائي، يورپي ادب آڏو انسان جي اندر ۾ ويٺل حيوان کي ننگو ڪري بيهاريو، ۽ انسان کي حيواني روپ ۾ ڏسي هو انسان جي آئيندي کان مايوس ٿي ويو ۽ سندس سڀئي آدرش اڃي پٽ پيا. ويتر جو اشتراڪي ۽ سرمائيدار نظامن جي وچ ۾ سرد جنگ شروع ٿي، تنهن ته هٿي هنکي گهٽي ۽ ٻوساٽي ڇڏيو. ان سرد جنگ جي پٺيان هو ٽئين مهاڀاري لڙائيءَ جي دئيت کي نچندو ڏسي رهيو آهي جنهن جي هڪ ڇنبي سان دنيا جي ساري سونهن، انسان ۽ انسان جا خواب ۽ اميدو هيرو شيما جيان رک جو ڍير بنجي وينديون. توهان جو موجوده ادب ان ڊپ، گهٽ ۽ هراس جي پيداوار آهي.“

”ان ڊپ کان ايشيا جو اديب به بچي نٿو سگهي،“

”في الحال ويچارو ايشيائي اديب، بک ۽ بيماريءَ ۾ جهرندڙ ۽ غلاميءَ جي ناسورن جي سور ۾ وٽ کائيندڙ

ايشيا جي علاج ۾ رڌل آهي. پر ان جي معنيٰ اها نہ آهي تہ هو ايٽم جي تباهيءَ کان غافل آهي. هيروشيما جي رک هيٺ بہ سندس اکين آڏو اڏامي رهي آهي ۽ ويٽنام ۾ جلندڙ جنگ جي آگ سندس چهرو چرڪائي رهي آهي ۽ هن کي خبر آهي تہ ايشيا يورپ جي ايٽمي هٿيارن جو تجربيگاهہ آهي. پر تہ بہ هو ڏٺل ۽ هراسيل ڪونهي. هو بک ۽ بيماري سان وڙهندي ان صبح جا خواب ڏسي رهيو آهي جڏهن ايشيا جو هيڏو سارو ڪنڊ سجاڳ ٿيندو ۽ ڪنهن غير ايشائي ملڪ کي ڪنهن بہ هيروشيما کي تباهہ ڪرڻ ۽ ڪنهن بہ ويٽنام کي باهہ ڏيڻ جي جرائت ڪانہ ٿيندي.“

ڳالهين ئي ڳالهين ۾ جهاز بئنڪاڪ جي هوائي اڏي تي اچي پهتو. ايلز وري وچي هتان جي مشهور جاين جا فوٽو- ڪارڊ ورتا ۽ سڀ کان پهريائين اڪيلي ويهي خط لکڻ لڳي. پريان پٽ جا مٿي ڪوڙيل پڪشو- گيڙو چادرون ويڙهي، آرام ڪرسين تي ليٽي سگريٽ پي رهيا هئا ۽ چيني گڏين جهڙيون نازڪ ۽ نفيس عورتون ’پنگ پانگ، هانگ ڪانگ، چچ مچ چنچلداس‘ جي آهنگ سان ملندڙ ٻولي ڳالهائينديون، هرويرو مرڪنديون، هيڏانهن هوڏانهن گهمي رهيون هيون. مان اڪيلو ويٺو هوس تہ هڪڙو پوڙهو آمريڪي منهنجي پر ۾ اچي ويٺو ۽ ڪلهي تي هٿ رکندي چيائين.

”نوجوان، جي زندگيءَ جي هٿ هٺان مان واندڪائي ملي ٿي تہ جوانيءَ جون بہ چار گهڙيون بئنڪاڪ ۾ ضرور

سمنڊ اُئين پيو لڳندو، ڇولين جون ڇوريون اُئين ٿي پيون ڇال ڏينديون ۽ هن واريءَ تي نت نون ماڻهن جي پيرن جا نوان نشان پيا چمڪندا. ايلز چوي ٿي:

''مان توکي هميشه ياد رکندس. مون توسان زندگيءَ جون ڏاڍيون پياريون ۽ مٺڙيون گهڙيون گهاريون آهن. اهي گهڙيون مونکان ڪڏهين نه وسرنديون. اسان ٻئي زندگيءَ جي واٽ تي ٻن همدرد دوستن جيان ملياسين، توري دير گڏ سفر ڪيوسين. هڪٻئي جو ڏک سور ونڊيوسين ۽ هينئر وڇوڙي جي ٻه- واٽي تي اچي بيٺا آهيون. هيءَ واٽ منهنجي آهي ۽ هوءَ تنهنجي. اسان جي دوستيءَ جو ناتو سچو ناتو هو. اهو ناتو هميشه قائم رهندو. اسان ٻئي زندگيءَ جي ويٽنگ روم ۾ ويٺل مسافر آهيون اداس، اوپرا ۽ اجنبي ۽ ريل جو انتظار ڪري رهيا آهيون اها ريل ضرور ايندي ۽ اسان کي ان ديس ۾ وٺي هلندي جتان اسان کي جلاوطن ڪيو ويو آهي، جتي مان پنهنجي وڇڙيل پرينءَ سان ملندس ۽ جتي ايشيا جي بک، بيماري ۽ غلاميءَ جا ناسور چٽي ويندا، ماڻهو خوشحال هوندا ۽ تنهنجي ذات کي سڃاڻيندا ۽ سمجهندا.''

اسين ڳالهائيندا ئي رهيون. سمنڊ رئندو ئي رهي، چنڊ جو چهرو بي نور ٿيندو ئي وڃي.

مان جهاز ۾ ويٺو آهيان ۽ پريان پنهنجن پيارن کي الوداع چوڻ لاءِ آيل ماڻهن سان گڏ ايلز بيٺي آهي ۽ هٿ ۾ رومال لوڏي مونکي وڇوڙي جو پيغام ڏئي رهي آهي.

وقت ڪسڪندو ترڪندو، وهندو ٿو وڃي، سيئي سهڻيون صورتون، من موهيندڙ نظارا، پٺتي رهندا ٿا وڃن.... روڪيو روڪيو، جهاز کي روڪيو، ريل کي روڪيو، نظارن کي روڪيو، پر جهاز زوزاٽ ڪندو اڳتي ئي وڌندو ٿو وڃي. ريل رڙندي، گجندي، ٻاڦ اوڳاڇيندي، سڀني نظارن کي لتاڙيندي، چيڀاٽيندي ڊوڙندي ٿي وڃي ۽ اڳيان آئيندو وڇايو پيو آهي. ڏنل وائنل ۽ اونداهون!

# اسپين جي شهر قرطبا ۾

## (اشفاق احمد جي سفرنامي عرش منور تان)

اسپين جو ڏاکڻو علائقو اندلس جنهن تي عربن ست سئو سالن کان به مٿي حڪومت ڪئي ۽ سندن تهذيب جا اڄان به ڪي نشان ملندا ان جي شهر قرطبه ۾ مسجد ڏسڻ لاء آيس. پر شام ٿائين چوڪيدار مسجد کي لڳل تالو نه کوليو ماڳهين دل شڪستو ڪندو رهيو ته ڏسي چا ڪندين. شام جو ڇهين وڳي کان پوءِ ڪلف کوليندا سين پر اندر ته اونده ڪانيار لڳي پئي آهي. نظر ته ڪجهه به نه ايندءِ. آخر موٽي گهر آيس. شام ڊاري نڪرڻ مهل منهنجي مسواڙي گهر جي مالڪڻ جي ڌيءَ ايزابيلا بڻل - فائيٽ ڏسڻ لاء ايڏو ته زور ڀريو جو مجبور ٿي مون کي هن سان گڏ وڃڻو پيو.

نمائش گاه پراڻي نموني جو هو ۽ منجهس ڪم ڪندڙن جونورديون اهڙيون سهڻيون ۽ صاف ستريون نه هيون جهڙيون ميڊرڊ جي 'پلازا ڊي لؤروس' جون آهن. بڪنگ آفيس ۾ به ڪا اهڙي رش نه هئي ۽ اسان کي بنا ڪنهن تڪليف جي ٽڪيٽون ملي ويون. گيٽ ڪيپر جي پرسان ايزا بيلا وهائن جي ڊگهي مان ۾ چگيڙا وهاڻا ڪڍي مون کي ڪٺي لاء ڏنا ۽ پاڻ اڳيان هلڻ لڳي. اندر پيون به ڪيتريون ئي زالون ۽ ڇوڪريون کهڙي رهيون هيون

پر اڪ ٽيٽ ڪري جهڙو قسم جسا قرطبي جنهن شوق ۽ خلوص سان ايزا بيلا جي ڏنگن جون پنيون ڏسي رهيا هئا اها ڳالهہ مون لاءِ فخر کان ڳالهہ ڪٿي هلڻ لاءِ ڪافي هئي تہ سپ ڪان سهڻي ڇوڪري مون سان گڏ هلي رهي آهي. جيتوڻيڪ منهنجي هلڻ ۾ بجليءَ واري ڦڙتي نہ هئي پر منهنجو سينٽيل ڪنڌ پڌائي رهيو هو تہ ڪو بهادر بُل (Bull) اکاڙي ۾ گهڙي رهيو آهي.

اسان پنڌ وچاڻ وارن جي بلڪل سامهون وهڻ لاءِ جاءِ چونڊي ۽ گيلريءَ تي پنهنجا پنهنجا وهاڻا رکي متان چڙهي ويٺاسين. پنجن ۾ ڪي ٿورا منٽ باقي هئا. آکاڙي ۾ ننڍا ننڍا ڇوڪرا نئين فلمن جا اشتهار پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي هيڏانهن هوڏانهن گهمي رهيا هئا. مين گيٽ وٽ هڪ ماڻهوءَ جي قد کان بہ وڏي شيشي گول گهمي رهي هئي. ان ۾ اسپيني ۽ فرانسسي ٻولين ۾ لکيل هو ”هميشه پابلوش ۽ نج اسڪاچ پيئندا ڪريو.“ اوچتو ان شيشيءَ جي دريءَ جو هڪ طاق کري پيو جنهن جي پٺيان گوڏن تائين ڪاري ڦاٽل پتلون ۾ ويڙهيل ٻہ ٽنگون نظر آيون. سپ ماڻهو ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳا. پر انهن مڙني ۾ پياري کل ايزا بيلا جي هئي جنهن جي پورڊل چپن تي ڪومل سر ائين تہ جهنجڙي ويا جيئن وائلن جي سنهي تار تي گز جي رهڙ اچي وڃي. بوتل هڪ هنڌ بيٺي. ماڻهو ٻاهر نڪتو ۽ پٽ تي ڪريل طاق کڻي وري شيشيءَ اندر گهڙي ويو. دري هاڻ چڱيءَ طرح بند ٿي وئي ۽ شيشي وري گول ڦرڻ

لڳي.

پوري پنجين وڳي ڌڌو ڪم ٿيو. تماشگاه جو وڏو دروازو کليو ۽ گهوڙيسوار آڪاڙي منجهه داخل ٿيا. گهوڙن کي گڏ گڏ وٺي هو صدر محفل جي سيٽ جي سامهون اچي بيٺا ۽ صدر کان سائن جي وٺائن جون ڪنجيون گهريون. صدر ڪنجين جو ڇڳو هوا ۾ اڇلايو ۽ هڪ گهوڙي سوار پنهنجي ٽوپي اڳيان ڪري ڪنجيون ان ۾ جهلي ورتيون. پوءِ واپس روانا ٿيا ته بعد هڪ دفعو وري وڳي ۽ ماٽادور (Mata Dor) پنهنجن همراهن سان گڏ آڪاڙي ۾ داخل ٿيو. سندس پنهنجي پاسن کان نائبن ۽ مددي ٽولي جا ڦڙتيلا ۽ چالاڪ نوجوان هئا — ڳاڙهي، سونهري ۽ نارنگي رنگ جا ڪپڙا پهريل. هو پنهنجيون ڪاريون ٽوپيون مٿي ڪري اسان کي سلام ڪرڻ لڳا. اسان ان جو جواب زور زور سان تاڙيون وڄائي ڏنو.

هي نئينڙو جلوس اڃا آڪاڙي کان واپس نڪتو ئي مس ته ٽوتاري جي آواز تي سامهون دروازي جو ڦاٽڪ کليو جنهن مان هڪ ڪارو متارو سانُ لوهه ڪري آڪاڙي اندر گهڙيو. هن پاڳل وحشي نما جانور جي اڳيان آڪاڙي جا ڦڙتيلا ۽ چالاڪ نوجوان سان کي ڇيڙو ڪرڻ وارو پنهنجو پنهنجو ڳاڙهو ۽ نارنگي رنگ جو ڪپڙو کڻي ڪائين جي مضبوط لوڙهي پٺيان وڃي لڪا. سان آڪاڙي جي هر ڏنل مٿيءَ کي پنهنجن اڳين ڪرن سان کوٽيو. ناسون گوڏن تائين شيءِ ڪي پوءِ جهوٺي سان پنهنجن ڇهنبدار سڱن سان

فضا کي چيريو ۽ تماشائين ڏي ڏسڻ لڳو. اتري ۾ هڪ نوجوان هشياريءَ سان ان اوڙهي جي اوٽ مان ٻاهر نڪتو. ڇاتيءَ اڳيان ڪپڙي کي لوڏي هڪ خوفناڪ رڙ ڪئي. سانَ توب جي گولي وانگر هن ڏي وڌيو. ايترا ۾ ڪوڏن تي رکيل ٻنهي هٿن جون مٺيون ڀيڙي هيٺيون چپ ڪٽي ڏندن وچ ۾ ڏنو. سان جي وڇڙو اچڻ تي نوجوان ڪاٻي پير تي گول گهمي ويو ۽ سان مومينٽم ۾ هن جي پاسي سان رهڙبو پري هليو ويو. ٻئي منهن تان هڪ ٻيو جوان لٿو. اچا هن ڳاڙهي رومال کي چڱيءَ طرح لوڏيو ئي مس ته سان جبل تان ڳهر ڪندڙ پٿر واري تيزيءَ سان هن جي مٿان اچي پيو. خدا کي خبر ته هن ڪهڙي اٽڪل ڪئي جو سان ته اڳيان نڪري ويو پر ان جي اڏايل ڏوڙ ۾ پاڻ هيٺ منهن پير پٽ تي وڃي ڦهڪو ڪيائين. ٻـل جي واپس اچڻ کان اڳ ٽئين ساٿيءَ لوڙهي وٽ بيهي ڳاڙهو ڪپڙو لوڏيو ۽ سان اڳيان وڌي ڪاٺ جي تختن کي ايڏو ته زور سان ٽڪر هنيو جڻ ڪو لوهي گولو لڳو. ڳاڙهو ڪپڙو ڏيکارڻ وارو همراه ٻن تختن جي وچ ۾ ڇپيا ٽجندي بچيو.

سان جي هر ڪاهه تي تماشائي پنهنجين پنهنجين جاين تان ٽي چار انچ مٿي ڪجهو ٿي ويا ۽ بـي اختيار رڙ ڪري "اولي" ٿي چيو. ايترا ٻيلا جي حالت خراب ٿي رهي هئي. جوش ۾ اچي ڪڏهن ڏند ٿي پيچيائين، ڪڏهن اکيون ٿي ڇنڀيائين ڪڏهن مٺيون ٿي ڀيڙيائين، ڪڏهن وري مون ڏي

ڏسي مرڪز جي ڪوشش تي ڪيائين.

مڙيئي پنجن منٽن تائين هي کيل جاري رهيو. ان کان پوءِ ٻه گهوڙيسوار پالا ڪٽي آڪاڙي ۾ گهڙيا. انهن جا گهوڙا مرزيل قسم جا هئا. ۽ انهن جي گوڏن تائين پنج ڇهه انچ ٿلهي واڻ جي خرجين لـڏي رهي هئي. ٽنگن تائين ڪاٺ جو ڪوپو چڙهيل هين ۽ مٿي تي سولا هيٽ قسم جو ٽوپلو. جيئن ئي هي اندر اچي آڪاڙي جي پٽ سان لڳي بيٺا تـه مست سان ڪاوڙ مـان انهن ڏي وڌيو ۽ ڀـوت ڪي سچي طاقت سان گهمائي گهوڙي تي وار ڪيو. واڻ جـي ٿلهي ٿات ڪري سان جي سڱن جون ڇهنبون گهوڙي جي جسم ۾ کپڻ بدران ڪپڙي تائين ترسي پيون. ٽوپي واري همراه وجهه ڏسي سان جي پٺ ۾ پنهنجو پالو لنگهائي ڇڏيو. سان ان ڌڪ جو تاب نـه جهلي ٿورو لـڏيو ، گهوڙي کي ڇڏي پنهنجو منهن موڙي زبان سان زخم کي چٽڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. پر سندس منهن پٺيءَ تائين پهچي نٿي سگهيو. پوءِ وري شايد ان خيال کان تـه پنهنجي ڌڪ جو بدلو ٻئي سوار کان ورتو وڃي، هن ٻئي گهوڙيسوار ڏي لـوه ڪئي. اتي بـه هن سان اها ئي ويڌن تي ۽ ٻهرين زخم ۾ هڪ ٻيو پالو گهڙڻ ڪري هاڻ اتان نڪرندڙ اڇي چربي بـه صاف نظر اچي رهي هئي.

بيوگـل جهڙو ڌـوتارو وڳـو، گهوڙا واپس هليا ويا ۽ ڦڙتيلا ۽ هوشيار نوجوان پنهنجا پنهنجا ڪپڙا (ڳاڙها جهنڊا) کڻي ڦٿيل ـتانَ سـان وري کيڏڻ لڳا. پـر هاڻ سـانَ ۾

اها پهرين واري هستي مستي ۽ جوت نه رهي هئي. حملو ضرور ڪيائين ٿي پر ڪپڙي لوڏڻ واري همراه جي پرسان گذري وري پنهنجي ڦٽڪي چٽڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين جنهن ۾ هڪ ٻه چڪر ڪاٽي ٿي ويو.

تنوتارو وري وڳو ۽ سنهڙي جسم جا ننڍي ٻيا جوان ڇوڪرا هٿن ۾ وال ڪن ڏکيون لوه جون شيخون ڪٽي اندر آکاڙي ۾ آيا، انهن گرزن تي رنگ برنگي لغڙائي پني ۽ جون جهنڊيون ۽ جهالرون ٽهيل هيون. گرزن جون ڇهنبون لهندڙ سج جي روشني ۾ شيشي وانگر چمڪي رهيون هيون. آکاڙي جي وچ ۾ هر هڪ پنهنجين ٻنهي شيخن کي مٿي جهلي سان کي ٻاڻ ڏي للڪاريو. ۽ سان هن ظاهري طرح ڪمزور انسان کي ڏسي ناسن مان ٻاڦ ڪيندو پوري رفتار سان هڪ ڏي ڊوڙيو. سان جڏهن ڇهه فٽ کن جي فاصلي تي هو ته ان نينگر ٻين تي اپو تي بل ڏنو ۽ حوض ۾ ڊائيو لڳائڻ واري نموني سان پنهنجي ڇيلهه کي هوا ۾ لوڏو ڏئي ٻئي شيخون سان جي ڦتيل پٺ ۾ کوڙي ڇڏيون. ڏسڻ ۾ ته ايئن صاف ٿي آيو ته سان ان ڇوڪري جي رانن ۾ سڱ وجهي ٻاهر گئلري ڏي اڇلائي ڇڏيندو. پر خبر ناهي هن کهڙي سرڪس ۾ نوڪري ڪئي هئي جو ٻنهي ملهل ٽنگن کي مڇي ۽ جي ڏڙ وانگر اٿين ڏوڻي ٽپ ڏنو جو سان جي پٺين ٽنگن وٽ اچي ڪريو. سان مستن وانگر آکاڙي ۾ گهمي رهيو هو. هن ٻه ٽي دفعا وري ٻوٽ پٺيان ڪري پٺ مان انهن لوهي شيخن ۽ پالن

کي ڪڍڻ يا ڦٽ کي ڇٽڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪنڌ ۾ ايتري لچڪ پيدا ڪري نه سگهيو جو اوستائين پهچي سگهيس. هڪ دفعو وري ڳاڙهو ڪپڙو ڏيکارڻ سان سان ڇتو ٿي آکاڙي ۾ بيٺل هر ماڻهوءَ تي حملي ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو ۽ هرهڪ هن کان گوهي ڪري ٿي ويو. پگهر ۽ رت وهڻ ڪري سان سڄو آلو ٿي چڪو هو. ۽ سندس پيرن جي اڏايل ڏوڙ ان تي چنبڙي مٽيءَ جو ته ڏاهي چڙهيو هو. جڏهن ٽئي ڇوڪرا واروتيءَ تي جهنڊين ۽ جهالرن لڳل لوهي شيخون سان جي جسم ۾ کُهيڙي چڪا ته پوءِ اهي همراه آکاڙي جي پٽ سان لڳي بيٺا ۽ ماتادور اندر داخل ٿيو. هن جي پوشاڪ سڀني کان سهڻي خالص ريشم جي ي هئي. مٿي تي ڪاري رنگ جي ٽوپي هئي ۽ مرين تي گوڏن کان هيٺ سوڙهي پتلون جا پانچا ڪاري ربين سان ٻڌي ڇڏيا هئا. پيرن ۾ ساٽن جي ٿاهه وارا جوتا ۽ ڪلهن تي اڄ ڪلهه جي ڇوڪرين جي پوشاڪ — پيلي رنگ جي ابريشمي ڪوتي جنهن جا پوڙا کليل هئا. ماتادور ٺپي پٻ ملائي ڪڙيون مٿي ڪنيون، اصيل ڪڪڙ وانگر سينو تاڻيو ۽ ڳاڙهي ڪپڙي کي هوا ۾ لوڏيو جيئن مهاڻا سمنڊ ۾ مڇين جي ڄار اڇلائيندا آهن. ڇهن تيرن ۾ ڦاٽل سان ڪاوڙ ۽ ڪروڌ مان هن ٽي نڪ سامهون جهل ڪئي ۽ ماتادور پنهنجي جسم جي ٿوري چر پر سان هن کي پنهنجي پاسي کان گذاري ڇڏيو. اسان سڀني 'اولي' سان گڏ تاڙيون به وڄايون ۽ ماتادور ڪنڌ جهڪائي اسان جو ٿورو مڃيو.

ايـزابيلا رڙ ڪري پنهنجو منهن هٿن ۾ لڪايو ۽ متو منهنجي ڪلهي تي ڪٽي رکيو. سان دراصل ڪجهه وڪون اڳتي ترسي وري ماتادور ڏي وڌي چڪو هو جيڪو فقط ايزا بيلا کي ڏسڻ ۾ آيو جو اسان ته مزي سان ماتادور کي سلام ڪندو ڏسي رهيا هئاسين. ان بـي خياليءَ ۾ سان جو هڪ سنگ ماتادور جي ڪلهي تي لڳو ۽ هو پنهنجيڪڙيءَ تي چڪيءَ وانگر گول ڦري ويو. پر ڪريو ڪونه. مون ايزابيلا جي پٺي ٺپري ۽ آهستي چيو: "سينوريتا! ماتادور صحيح سلامت آهي. تون اکيون کولي ڏس." هن آهستي ناز سان اکيون کوليون ته ماتادور سان کي چڪر ڪارائي رهيو هو. سان هن جي بلڪل ويجهڙائيءَ کان حملو تي ڪيو ۽ هو سان کي هر ڀيري پنهنجي پاسيکان گذاري ڪڏهن هن جي ڪنڌ تـيَ هٿ تـي ڦيريو تـه ڪڏهن سنگن تـي. تماشائي خوشيءَ وچان ديوانا ٿـي هن جي همت ۽ فن کي داد ڏيڻ لڳا. جڏهن ماڻهو ان کيل سـان محفوظ ٿي چڪا ته ماتادور بالڪني ۾ ويٺل صدر ڏي ڏٺو ۽ کانئس سان کي ترار هڻي مارڻ جي موڪل گهري. موڪل جو اشارو ملڻ تـي ماتـادور اڳيان لـڏندڙ ڳاڙهـي ڪپڙي انـدران هڪ جلڪندڙ ۽ مونهي تلوار ڪڍي ۽ سان جـي بلڪل آڏو ٿي بيٺو. سـان پنهنجا پٺي اڳيان ڪـر هڪ ٿي وقت زمين تي هنيا ته ماتادور ٿورو تيڏو ٿي لوهي شيخن جـي بلڪل وچ ۾ پنهنجي سڄي طاقت سان چمڪندڙ فولادي تلوار هن جي ڳڪ ۾ لنگهائي ڇڏي جيڪا هـن جي هڏين مان ٿي

دل تائين پهچي وئي. سان هڪ درد ڀري دانهن ڪئي ۽ سندس نـاسن مان رت جـو ڦوهارو وهڻ لڳو. ڇپ ٻـاهر نڪري آيس ۽ ڇيڻ سان سندس پيچ ۽ پوريون ٽنگون ٽڦجي ويون. هن منهن ڀر پٽ تي ڦهڪو وجـي ڪيو ۽ پنجوڙ واري زمين تي ڦٿڪڻ لڳو. تلوار هٿي تـائين سندس جسم ۾ گهڙي وئي هئي ۽ زنـدگي طاقت ۽ حرڪت سان ڀرپور جسم ڏسندي ئي ڏسندي مٽيءَ جو ڍير ٿي ويو. اسان وات ۾ ڪاڪڙي تـائين آڱريون وجهي سيٽيون وڄايون، نعرا هنيا، ڏڙيـون وڄايـون پـر هي سڄو منظر ڏسي ايـزا بيلا ڏڪوئجي وئي ۽ گوڏن ۾ ڪنن تائين منهن وجهي ماٺ ٿي وئي. ماڻهو پنهنجيون ٽوپيون، ڪوٽ، شراب جون نڍڙيون ٻخالون آڪاڙي اندر اڇلڻ لڳا. عورتون پنهنجن وارن مان گل ڪڍي ماتادور تـي گلن جـي ڇٽ ڪرڻ لڳيون ۽ ايزا بيلا اڃين ئي بي حس ۽ بي حرڪت ڳنڍڙي ٿيو پئي هئي. جڏهن گهونگهرو وڄائيندا ٿي خچر سان جو رت، ڍڳهر ۽ ڇيڻ ۾ ڀريل لاش ڇڪڻ لاءِ آڪاڙي ۾ آندا ويا تـه مون ايزا بيلا جي ڇيلهه جـي چوڌاري ٻانهن ورائي ڏيرج سان چيو: ”ڏس بهادر سان جو جنازو کهلجڻ لڳو آهي.“

هن ننڍا ڪڙي حـالت ۾ منهن مٿي ڪري چيو: ”هلو نه هلون.“

آئون حيرت منجهان کيس ڏسڻ لڳس. هن پنهنجو ننڍڙو رومال پرس ۾ بند ڪيو ۽ چيو: ”هل نه هلون.“

مون هن جـي ڪلهي کي دٻائـي چيو: ”پر اڃان نه

پنج پئل باقي آهن."

هن سيٺ تان اٿندي جواب ڏنو: "نہ! اسان تہ هلون ٿا."

آئون هن جي فيصلي ۾ ترميم ڪري نہ سگهيس ۽ ماٺ ميٺ ۾ اٿي بيٺس. ٽيلهو ڪنيم ۽ پنهنجي ويجهو ويٺل هڪ ڀرارڙيءَ جي رماڪوءَ جي ڪلهن تي هٿ رکي تماشائين جي پيرن ۾ نڪرڻ جو لنگهہ ڳولڻ لڳس. ڪجهہ ماڻهن، جن ۾ ڇوڪريون گهڻيون هيون اسان ڏي نفرت ۽ ٽوڪ واري نگاهہ سان ڏٺو ۽ بزدل، ڀاڙي، بي دليا جا لفظ ورجائي سس پس ڪرڻ لڳيون. آئون اڳيان اڳيان پوش پوش ڪندو هليس ۽ ايزا بيلا منهنجي پٺيان ماڻهن جا پير چيڀيندي آئي.

عمارت کان ٻاهر نڪري اسان چڱي پنڌ تائين هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ بنا هلندا رهياسين. هڪ وڏي ۽ گهاٽي وڻ هيٺان ڪجهہ ميز ڪرسيون ائين ئي ٽڙيون پکڙيون پيون هيون ۽ وڻ جي ٿڙ سان گڏ ڪاٺين جو هڪ ننڍو قهووگهر ٺهيل هو. اڌڙوٽ قسم جي هڪ عورت پنهنجي اڪيلي گراهڪ لاءِ ڪافي تيار ڪري رهي هئي ۽ هن جو گراهڪ ميز تي مٿو رکي سمهي رهيو هو. قهوي گهر جي پٺ وٽ اسان ٻن ڪرسين تي اچي ويٺاسين. اڌروٽ عمر جي عورت آئي ۽ آرڊر وٺي هلي وئي.

ايزا بيلا وڻ جي ٽارين ڏي نهاريندي چيو: "جنهن طرح عيسيٰ مسيح سوريءَ تي چڙهي اسان جي گناهن جو

بار ادا ڪيو هو اهڙي طرح هي ستان آفتن کان اسپين کي هميشه پري رکڻ لاءِ پنهنجو رت وهائيندا رهن ٿا ۽ جڏهن اسان جي ملڪ تي ڪا تمام وڏي آفت نازل ٿيڻ واري هوندي آهي ته ماتادور جو آڪاڙي ۾ رت وهندو آهي ۽ هو پاڻ کي قربان ڪري اسانجي جان بچائيندو آهي."

ان وقت دراصل هوءَ نه مون سان ڳالهائي رهي هئي نه وڻ جي ٽارين سان، پر هوءَ پنهنجو پاڻ کي سمجهائي رهي هئي. پنهنجو پاڻ کي يقين ڏياري رهي هئي ته قرباني ۽ سان سڀ ڪجهه ٿي سگهي ٿو ۽ قرباني ۾ رت جو وهڻ ضروري آهي.

مون گهٽي پاپوه مان هن جو هٿ پنهنجي ساڄي هٿ ۾ جهليو ۽ کاٻي سان سندس هٿ جي پٺ مهٽيندي چيو: "ايزا بيلا تون اوچتو ايترو غمگين ڇو ٿي وئي آهين."

هن شايد منهنجي ڳالهه نه ٻڌي ۽ پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳي: "قرطبه جي هن آڪاڙي ۾ منهنجو ٻٽاءَ فرينڊ پالما جو هڪ پوري رنگ جو وحشي ٻل سان مقابلو ٿيو هو ۽ ان ٻل جي عادتن مان اصطبل جو ڪوبه همراه واقف نه هو. انهن ڏينهن ۾ پالما مون طرفان ٿورو خفي خفي ۽ منجهيل رهيو ٿي. ۽ مونکي پڪ هئي ته آڪاڙي ۾ سندس هي وچايل وچايل پٺو ڪنهن موت جو سبب نه بڻجي. پر منهنجي اون ڪرڻ سان ڇا ٿي ٿي سگهيو، پلا! ڪجهه طاقتون اهڙيون به آهن جن جي طرف کان جيڪڏهن موڪل جو ڪاڳر نه اچي ته انسان ڪجهه به نٿو ڪري سگهي.

"تون انهن طاقتن کي مڃين ٿو—؟" هن پڇيو.

مون هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو. ايزا بيلا منهنجي هٿ

ڏي غور سان ڏسي چوڻ لڳي: ”فائيستا واري ڏينهن سخت واءُ لڳي رهيو هو ۽ سان کي جوش ڏيارڻ وارا ڳاڙها ڪپڙا چوڪرن جي هٿن ۽ بدن تي ويڙهجيو ٿي ويا. آئون گيلريءَ ۾ پالما سان گڏ ويٺي من ئي من ۾ دعائون گهري رهي هيس ۽ هو مونکي دلداريون ڏيندو رهيو. جڏهن پورو سان آکاڙي ۾ داخل ٿيو ته ڪنهن کي به ڪانئن جي لوڙهي پنيان نڪري موليتا (ڳاڙهو ڪپڙو) لوڏڻ جي سگهه نه ٿي. سان جي اکين مان چڻ باهه جا آلا ٿي نڪتا ۽ ناسن مان دونهون پيڪا ڏئي نڪري رهيو هو. هو اڳين ۽ پوين کرن سان چميل مٽيءَ کي کوٽڻ لڳو جيڪا هوا جي تيزيءَ کري واچوڙي وانگر اڏامي رهي هئي ۽ ان واچوڙي جي هيٺان هي سان چڻ چرين وانگر نچي رهيو هو. پالما جا مددگار چوڪرا ڪانئن جي تختن پويان ئي لڪا رهيا. ايتري ۾ خدا ڄاڻي هڪ چوڪرـــ پوسادا کي ڇا خيال آيو جو دل ٻڌي ميدان تي هليو آيو ۽ ڳاڙهي ڪپڙي کي هوا ۾ لوڏي سان ڏي وڌڻ لڳو. پر ان ڏينهن هوا جي ڇا ڳالهه ڪجي جو سان جو تلهي ٿور وارو پڇ به ذري ذري هن جي چيلهه تي اچي ٿي ڪريو. اهڙي حالت ۾ ان ڳاڙهي چادر نما ڪپڙي جي ڇا مجال جو قابوءَ ۾ رهي. هوا ۾ جو اڏاميو ته پوسادا جي منهن ۽ ڪلهن تي ويڙهجي ويو. هو سان جي پيرن جي آهٽ تي گهٽو ئي پاسيرو ٿيو پر ان هوندي به ان جي ور چڙهي ويو ۽ زمين تي پري پري تائين ليتاڙيو ويو. پالما بالڪنيءَ مان ئي جهٽ پٽ پنهنجو

ڳاڙهو ڪپڙو سان ڏي لوڏيو. ۽ سان پوسادا کي ڇڏي ڇڙ
مان اسان ڏي آيو ۽ ڪاٺ جي پٽ کي اهڙو تہ ٿونو
هنيو جو اسان وال کن ٻئتي تماشائين ڏي وڃي ڪرياسين.
ايتري ۾ مددگار دستو آڪاڙي ۾ گهڙي آيو. ۽ پوسادا کي
آڪاڙي مان ٻاهر ڇڪي ويا. جڏهن آڪاڙو خالي ٿي ويو ۽
سان وري پنهنجن ڪرن سان ڌڌڙ اڏائڻ لڳو تہ پالما لوهي
تير کڻي اٿيو. مونکي ڇهي ڏٺي، صليب جو نشان ٺاهي
ڪنوڻ وانگر آڪاڙي ۾ گهڙي ويو. منهنجي اکين اڳيان
اونده اچي وئي ۽ مايوس ٿي اتي زمين تي ئي ويهي رهيس.
مون ڏٺو ڪونہ پر ماڻهو ڳالهہ ٿا ڪن تہ جنهن هنرمنديءَ
سان پالما ڇهہ ئي تير سان جي پٺ ۾ لنگهايا اهڙي طرح
ڪو هيليڪاپٽر ۾ ويهي بہ لنگهائي نٿو سگهي. بل ڪي
پاڻ ڏي اشارو ڪري ڳاڙهي ڪپڙي کي پنهنجي ڇيلهہ
جي چوڌاري ائين ٿي ويڙهيو جيئن اندلس جون ناچڻيون
پنهنجي پيڙي کي لوڏي ناچ ڪنديون آهن. بل هن جي
پاسي کي ڇهي لنگهي ٿي ويو ۽ تماشائي خوشيءَ وچان
’اولي‘ ’اولي‘ ڪندا رهيا. خبر اٿئي اهو سڀ ڪجهہ
منهنجين دعائن جو اثر هو.

توتاري جي آواز تي پالما ٻئي همٿ ڪولي صدر کان
تلوار هٿ جي موڪل گهري. اچا صدر اشارو ئي نہ ڪيو
هوندو تہ بل هڪدم موڙ کائي اچي متانس پيو ۽ ٻوتي زمين
سان لڳائي پالما جي پاسي سان اهڙو تہ زور سان ٽڪرايو
جو هو هوا ۾ ڏهہ ٻارهن فٽ مٿي ڪچي ويو ۽ پوءِ جو ڪريو

ته اٿي به نه سگهيو. هن جا شاگرد ھنوڙي پويان نڪري بل
کي هيڏانهن هوڏانهن گهتون ڪارائڻ لڳا جيئن هن جو ڌيان
ڪريل پالما ڏي نه وڃي. پالما اٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر
هن جو منهن وري زمين سان وڃي لڳو.“

”مري ويو—؟“ مون ساه جهلي پڇيومانس.

”ڌوڙ اٿئي پئي“، ايزا بيلا پنهنجو هٿ مونکان ڇڏائي
پاڻ ڏي ڇڪيو.

”خدا نه ڪري ته پالما جي حياتيءَ ۾ ڪڏهن ڪو
ڏکيو ڏينهن اچي!“ ايزا بيلا جي اکين ۾ به وڏا ڳوڙها
ترڻ لڳا.

”پوءِ ڇا ٿيو؟“ مون بي تابيءَ منجهان پڇيو.

”مون ڪانئين جي لوڙهي پٺيان سڄي طاقت سان رڙ
ڪري پالما کي چيو ته اٿ — توکي هن سان کي مارڻو
آهي. توکان سواءِ ڪوبه هن کي ختم ڪري نه سگهندو.
اٿ پالما — اٿ — توکي آءٌ ٿي چوان ته اٿ. منهنجا سڏ
ٻڌي پالما ائين اٿي بيٺو ڄڻ هن کي ڪجهه ٿيو ئي نه هو.
جڏهن هن پنهنجا قدم زمين تي ڄمائي تلوار هوا ۾ لوڏي
ته هن جي سڄي مان رت ريلا ڪري وهي رهيو هو. هو
منڊڪائيندو بل ڏي وڌيو ۽ بکايل جانور وانگر تلوار سان
هن تي حملو ڪيو. تلوار سان جي پوري ڪل ڇيري هڏين
تائين اندر گهڙي وئي. سانُ ڇال هڻڻ جي ڪوشش ڪئي
پر ڦٿڪي نه سگهيو. پالما هڪڙي پاسي ٿيڻ جي ڪوشش
ڪئي پر رڙهي نه سگهيو. قاتل ۽ مقتول ٻئي ڪاهوڪلهي

سان ملائي رت ۾ رنگيل ڌرتيءَ تي ڪري پيا.

”پوءِ ــــ؟“ مون بي چينيءَ منجهان پڇيو.

”پوءِ“ ايزا بيلا ڏاڍي تحمل سان چيو، ”پالما مئڊرڊ جي هڪ ڊاڪٽرياڻيءَ سان وڃي شادي ڪئي ۽ قرطبہ ڇڏي مئڊرڊ ۾ وڃي آباد ٿيو.“

”۽ تون ــــ تون ــــ،“ مــون ترسندي ترسندي پڇيو، ”تون پالما سان نہ مليئنءَ؟“

”نہ“ ايزا بيلا ننهن سان ميز کي کرڙيندي چيو، ”پوءِ پالما مــون سان مليو ئي ڪونہ ۽ آءٌ مئڊرڊ جــي پلازا ۾ ڪڏهن بل فائيٽ ڏسڻ ويس ئي ڪانہ. منهنجي ماءُ چيو تہ محبت جي معاملي ۾ اسان ڪان ڪتي نہ ڪتي ڪا غلطي ضرور ٿيو وڃي تڏهن تہ اسان ڪنهن جي دل جــي مندر ۾ جاءِ حاصل ڪري نہ سگهيوسين. منهنجي جمڻ ۾ ڏي مهنا بــاقي هئا تہ منهنجو پيءُ بہ منهنجي مــاءُ کي ڇڏي هڪ فرانسي عورت سان گڏ پيرانيمي جي جبلن جي ڀڃي پاسي وڃي آباد ٿيو ۽ وري موٽي نہ آيو.“

مون ايزا بيلا جي ڪلهن تي هٿ رکي هــن کي پاڻ ڏي ڇڪيو ۽ هن پنهنجو ڳل منهنجي ٻانهن تي رکي ڇڏيو.

مون چيو: ”محبت جــي ميدان ۾ ڪنهن بہ رانديگر جو وس نٿو هلي. جڏهن مٿان ڪـان ٿيي لڳل حڪم نامو اچي ٿو تہ راند جو فيصلو پاڻهي ٿيو وڃي ۽ هــي ضروري ناهي تہ ڪو فيصلو ان جــي ڏــي حق ۾ ٿئي جنهن گهڻي تپسيا ڪئي هجي.“

ايزا بيلا ڇڻ ننڊ جــي خمار مان ٿي پڇيو. ”پر ائين ڇو ٿو ٿئي.“

مون هــن جي وارن ۾ هٿ گهمائيندي چيو: ”آئون توکي ڇا ٻڌايان. آئون ته فقط ايترو ڄاڻان ٿو ته:

”عين عشق دريا دي جدون لهروکي پئي ترديان

کرمان والڙيان

ڪئي ڪوجهيان لنگهه لنگهه پــارگيان تــي ڊب

موئيان شرمان والڙيان

اڪ ســوهنيان دي متي يــاڳــ ناهين بــاهرون

لال تي اندرون ڪالڙيان

يار فريد جي ڇــا ڪرم ڪري عبيان واليان دي

متي لالڙيان.“

ايزا بيلا سڌي ٿي ويهي رهي ۽ مون ڪان ان جو مطلب پڇڻ لڳي. ڇڪي ناٿي ان جو مفهوم ڪيئن ٻڌايو ته شاعر جو سچو نالو ۽ هن جي زندگيءَ جو احوال پڇڻ لڳي. مون ٻڌايومانس تـه جيڪو درجو عيسائين جي نظر ۾ آسيسيءَ جي سان فرنچيسڪو جوآهي اهو ئي غلام فريد جو اسان وٽ آهي. ايزا بيلا غور سان مون ڏي نهاري پڇيو: ”اسان وٽ مان تنهنجو ڇا مطلب آهي؟“

”اسان وٽ،“ مون ڊڄندي ڊڄندي چيومانس، ”اسان مورن وٽ، اسان مسلمانن وٽ.“

ايزا بيلا کي هڪ پهلوءَ کان تورو صدمو رسيو پر پوءِ ٺهڪ ڏئي، کلڻ لڳي ۽ اکيون ڇپيندي چيائين:

”هونءَ سچي، شڪل مان تون لڳين مور ٿو.“
”شڪل مان ٿي نه،“ سون همٿ ڪري چيومانس، ”پر دل سان به آهيان.“
”نه.“ هن زور سان رڙ ڪئي.
”سچي ته.“ مون دل جي گهراڻ منجهان ڪيس ٻڌايو.
”ڪڻ منهنجو قسم“ ايزا بيلا ڏکوئيل لهجي ۾ چيو.
”تنهنجو قسم!“

هن ٻئي مٺيون ڀيڙي منهنجي ڪلهن تي هڻيون ۽ پنهنجو مٿو منهنجي ڇاتيءَ تي رکي سڏڪا ڀري آهستي آهستي چوڻ لڳي: ”اٿين ٿي نٿو سگهي. تون مسلمان نه آهين. تنهنجي ڳالهين ۾ ايترو ميٺاج آهي، تنهنجي صحبت ۾ ايڏو خلوص آهي. تنهنجي اکين مان اهڙي محبت ليٽا پائي رهي آهي جو تون مسلمان ٿي نٿو سگهين. مور سڏائي نٿو سگهين.“
پوءِ منهنجي ڳچيءَ جي چوڌاري ٻانهون وجهي هوءَ پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳي: ”ڪٿي نه ڪٿي ضرور مون کان ڪا چُڪ ٿي وئي آهي نه ته تون مسلمان نه هجين ها.“
هوا جي جهوٽي تي هن جي وارن جون چڳون منهنجي منهن تي بازوليون پائڻ لڳيون ته مون زور سان ڀاڪرپائي چيومانس: ”آئون ته مذهب بي‌ذهب، ۾ ذرو به اعتقاد نٿو رکان. اجايو بهاني لاءِ ماڻهن پناهه ڏاهي رکيو آهي. منهنجي ماءُ ۽ پيءُ البت مسلمان هئا.“
”۽ ڏاڏو ڏاڏي-؟“ هن آهستي پڇيو.
”اهي به مسلمان هئا.“ مون بيزاريءَ مان وراڻيو.

”تہ پوءِ تون هتي ڇا وٺڻ آيو آهين؟“ ايزبيلا نرميءَ سان پڇيو.

”توسان ملڻ. پنهنجن ساٿين سان ملڻ. پنهنجن عزيزن....“

ايزبيلا پنهنجو ساڻ سنڀالي منهنجي ڳالهہ کي اڌ ۾ ڪاٽي ڇڏيو: ”اسان سان ڇو؟“

مون ورائيس: ”ان لاءِ تہ توهين اسان جا ڏي تہ آهيو اسان مان ڏي تہ آهيو. اسين تہ آهيو.“

هوءَ مون ڏي گهوريندي رهي ۽ آئون انهيءَ انداز ۾ چوندو رهيس: ”جيڪڏهن توهان هتي نہ هجو ها، ۽ جيڪڏهن توهان پنهنجو پاڻ کي اسپيني (Spanish) بدران فخر مان اندليسي نہ سڏايو ها تہ پوءِ آئون هتي پلا ڪيئن اچان ها!“

ايزبيلا هڪ طرف آگر سان اشارو ڪري پڇيو: ”تہ هيءَ مسجد توهان جي آهي___؟“

مون چيو: ”پاڻ ٻنهي جي آهي. ان ڪري جو پاڻ هڪ آهيون.“

ايزابيلا پڇيو: ”تہ قرطبہ ۾ تون فقط هيءَ مسجد ڏسڻ آيو هئين؟“

مون چيو: ”آئون پاڻ نہ آيو هوس. گهرايو ويو هوس. هتي اسان جو شاهہ عنايت صاحب رهي ٿو ۽ مجيون ڦاسائڻ واري وانگر اسان جي دلين ۾ ڪانئو وجهيو ويٺو آهي جنهن کي وٺيس ٿو تنهن کي پاڻ وٽ سڏايو وٺي. ٻئي کي

چاڻ به نٿي پوي.“

ايزابيلا حيرانيءَ مان منهنجو منهن ڏسڻ لڳي ۽ پوءِ ميز تان پنهنجو پرس کڻي پنهنجو پاڻ کي چيو: ”ڪٿي نه ڪٿي وري غلطي ٿي وئي آهي.“

هوءَ اٿي هلڻ لڳي ته آءٌ به هن پٺيان هلڻ لڳس ۽ بل پلازا کان وٺي هيستائين جنهن خاموشيءَ ۾ آيا هئاسين ان ۾ ئي واپس وڃڻا رهياسين. وڏي چونڪ وٽ پهچي هن پڇيو: ”فلم تي هلندين——؟“

مون عاجزيءَ مان ورائيو: ”سخت ٿڪل آهيان. ڪالهه رات کان جاڳڻ ڪري اکيون پوسرائي رهيون آهن. ۽ صبح جو سوير مون کي مسجد به ڏسڻي آهي. اڄ نه سڀاڻ هلنداسين.“

ايزا بيلا اطمينان سان چيو: ”جيڪا تنهنجي مرضي. پر آئون فلم ڏسي پوءِ گهر اينديس. تون ڪي ننڊ ٿي اچي ته پلي سڌو گهر وڃ، رستي جي ته خبر اٿئي نه؟“

مون چيو: ”ها، هتان ته سولو آهي.“

ايزابيلا موڪلايو ۽ مون کي چؤنڪ تي ڇڏي پاڻ پٺي طرف مڙي وئي.

ان رات مون کي فقط ايترو ياد آهي ته پيئنگ گيسٽ هائوس ۾ پهچي مون رکيو هڪ رکيبي سوپ جي پيتي، ڏند صاف ڪيا ۽ هٿ تي ڪرڻ سان کهاٽي ننڊ اچي وئي. شايد آئون ٻي ڏينهن به دير تائين هن جوانيءَ جي کهاٽي ننڊ ۾ ستل هجان ها پر گهر جي مالڪياڻيءَ (ايزابيلا جي

مـاڻ) مونکي اچـي اٿاريو. اکيون مهٽيندي ’مهربانـي‘ چيومانس. وهاڻـي هيٺان سگريٽ کڻي دڪانَ وارو هوس ته هڪ ڍڳهو ويڪرو وڏي مڇين سان پوليس ڪٽ جوان منهنجي ڪمري ۾ گهڙي آيو ۽ وهڻ بعد اندر اچڻ جـي اجازت وٺي ٻڌايو تـه هن جـو واسطو سرڪاري محڪمي سان آهي ـــ جنهن جو نشان کوٽ جـو ڪالر مٿي ڪٽي ٽامي جو پلو ڏيکاريندي چيو:

”سينور! توهان کي هاڻ هـي شهر قـرطبا ڇڏي ٻئي شهر غرناطا وڃڻو پوندو.“

”پر آئون ته اڃان ڪجهه ڏينهن لاءِ هتي قرطبا ۾ ٿي رهڻ چاهيان ٿو. اڃان تـه مون مسجد ۽ مدينة الزهراء جو به سير نه ڪيو آهي.“

”پر مونکي افسوس آهي، سينور، تـه آئون سرڪاري حڪم موجب هتان هلڻ لاءِ تـوکي چـوان. ڪلاڪ کـن کانپوءِ هتان جوڪا بس وينديءَ ان ۾ توهان کي روانو ٿيڻو آهي جنهن لاءِ اٿي تيار ٿيو.“

گهر جي مالڪياڻي اڱهين ڪافي ۽ نيرن خومچي تي رکي کڻي آئي.

ٽائي ٻڌي رهائش ۽ کاڌي جو حساب چڪتو ڪري ٻاهر نڪرڻ لاءِ دروازو کوليم.

”خـوش بختي، خـوش وقـتي! خيريت جـو سفر“ مالڪياڻيءَ دعا ڏني.

”خوش بختي، خوش وقتي، سلامتي ۽ سڪون.“ مون

جواب ۾ وراڻيو ته ايزا بيلا ڪي ڏسڻ بنا گهر ڪان ٻاهر نڪري آيس.

ڊرائيور لاريءَ جو سيلف دٻايو ته مون دريءَ مان ٻاهر ڏٺو. جڏهن اسان جي لاري وڪري رستي ڏي مڙي ته سامهون ڪچين جي ٽارين مان صبح ساجهر جو دلڪش نظارو ڏسڻ لاءِ اکيون گهمايون. سامهون جامع قرطبا جي ڪليسا گهر جو لڏڪڻي وارو گهڙيال اسان ڏي منهن ڪري ائين گهنڊ هڻي رهيو هو، ڄڻ سڏي رهيو هجي.

سنڌيڪار: الطاف شيخ

بشرا رحمان (پاڪستان)

## وڏي پڻل

ٽوڪيو کان منيلا پهچڻ تي ائين لڳي ٿو ڄڻ آسمان کان زمين تي ماڻهو اچي ويو هجي. جپان روشنين جو ملڪ آهي. ۽ جپاني ڇوڪريون چرڪندڙ چرڪندڙ، روشن روشن ۽ اجريون اجريون نظر اچن ٿيون - جهڙيون شيشي جون گڏيون. انهن جي ڀيٽ ۾ فلپينو ڇوڪريون گدليون گدليون، ٽڪل ٽڪل ۽ ڦڪيون پيليون لڳن ٿيون. ۽ سڀ کان عجيب ڳالهه اها آهي تہ مرد جڏهن ڪنهن نئين ملڪ ۾ پهچي ٿو تہ سڀ کان پهرين هن جـي نظر ڇوڪرين جي فصل تي ئي پئي ٿي.

آئون هڪ مهنو ٽوڪيو ۾ رهي رات منيلا آيو آهيان.

منيلا ۾ مونکي ڪو خاص ڪم نـاهي. بس ٽڪ پيچڻ لاءِ هتان اچي نڪتو آهيان.

جپان ۾ چار هفتا تمام گهڻو رُڌل رهيس. ڪاروباري دنيا وڏي ظالم دنيا آهي. اها هيڏانهن هوڏانهن پيٽڪڻ نٿي ڏئي. ۽ جپان ۾ زبان جو مسئلو آهي تہ معاشري جو بہ. ان ڪري هر قدم ڦوڪي ڦوڪي رکڻو ٿو پوي. مونکي اهـي ڏيتيون ليتون وڏيڪ پياريون هيون جيڪي آئـون پرائيويٽ ڪمپنين سان ڪرڻ لاءِ آيـو هوس، ان ڪري دوستن ۽ چاڻ سڃاڻ وارن جي صلاحن ۽ ڏَسن جي باوجود

”نائيٽ لائيف“ جو خيال به منهنجي دل ۾ نه آيو هو. يارن دوستن گهڻو ئي ڇهرو وڌو هو:

”واه سائين! جپان پيا وڃو؟ اتي جي ”نائيٽ لائيف“ جا مزا ماڻي اچجو.“

”گيشائن جي جسم جو قرب ضرور حاصل ڪجو.“

آئون ڪو شرافت جي دعوا ڪونه ٿو ڪريان. آئون ڪو پار نه آهيان. گهاٽ گهاٽ جـو پاڻـي پيتل اٿم. هـر بيابان ۽ لتڪ مان لنگهيو آهيان. پر جپان ۾ ايترو ته هلڻو پيم ۽ واپـار وڙي پٽيان ايتري ڀـڄ ڊڪ ڪرڻي پيم جـو سواءِ ڏنڊي ڏاڙهيءَ جي ٻي ڪنهن ڳالهه ڏي ڌيان ئي نٿي ويو: واپار لاءِ نئين مارڪيٽ پيدا ڪرڻ ڇگو خاصو جان جوکي جو ڪم آهي. اهڙي وقت زلف ۽ رخسار جي جنت ياد ئي نٿي اچـي. ۽ وري اهو بـه سڪون هو تـه جپان ۾ اچڻ جي سبيل ته هاڻ ٿيي وئي آهي يار زنده، صحبت باقي. سو جلدي وطن ورڻ جـو سوچيم. دورو ڪافي ڏکهو هئڻ ڪري تمام گهڻو ٿڪجي پيو هوس. ٿڪ ڀڃڻ لاءِ ويجهي کـان ويجهي منزل منيلا ئـي ڏسڻ ۾ آئـي. سوچيم، هتي مونـکي ڪير ٿـو سڃاڻي. ڇو نـه هڪ ڏينهن ترسي آرام ڪري ٿڪل جسم کي دلداري ڏئي پوءِ گهر وڃان.

ڪالهه رات آئـون منيلا آيـو هوس ۽ اڄ ڏينهن جو ٻـارهين ڏـائين ستو رهيس. پـوءِ اٿي، شيو ڪـاهيم، وهنجي سهنجي تازو ٿيس ۽ پنهنجو سامان کولي نئين سنئين ڪا ڍاهڻ لڳس ڇو تـه اڄ رات ٻارهين وڳي منهنجي فلائيٽ آهـي.

بس سمجهان ٿو تہ رات جو ڏهين وڳي ڌاري هوٽل جو ڪمرو ڇڏي هوٽل مان نڪري پوندس.

رات جي ڏهين وڳي تائين وقت پنهنجو ٿي هو. جنهن طرف بہ چاهيان تہ مهار ان طرف موڙي سگهان ٿو. آئون هوٽل جي لابيءَ ۾ هيٺ لهي آيس. هوٽل جو شاپنگ سينٽر ڏيٺا جيڪو بيس مينٽ (Basement) ۾ آهي، اتي ڪا خاص ڳالهہ ڏسڻ ۾ نہ آئي تہ بازار ڏي رخ ڪيم.

مونکي شاپنگ جو ڪو خاص شوق نہ آهي. وڏا وڏا واپار ۾ ڏيتيون ليتون ڪرڻ وارا مرد ننڍين ننڍين خريدارين کان پري ڀڄندا آهن. پر آئون شادي شده آهيان. اجنبي شهرن ۾ گهڻو ڪري زال جي ياد ٿي مونکي بازار وٺي وڃي آهي. هر عام مڙس وانگر گهر ۾ زال جي پرواه بلڪل نہ ڪندو آهيان، فقط سفر ۾ هوندي مونکي تمام گهڻو ياد ايندي آهي. گهر ۾ مرد هڪ مضبوط ڪُنڍيءَ وانگر ٻڌل هوندو آهي. گهر کان ٻاهر هيءَ ڪُنڍي ڪلهن لڳندي آهي. پنهنجيون هيٺاهيون ۽ جهول پاڻهي پاڻهي قطار ٺاهي سامهون بيهي رهندا آهن. ان وقت هر اها هستي ياد ايندي آهي جيڪا ان جهول ۽ هيٺاهين تي محبت جو پاڇو ڪري اچي وهندي آهي. زالون بہ عجيب مخلوق ٿين ٿيون. جڏهن بڪ شڪ ڪري ٿڪجي پون ٿيون تہ پاڻهي پڇڻ پرڻ شروع ڪن ٿيون ۽ پاڻمرادو مرد جي مست فطرت جي خالي حصن ۾ فِٽ ٿيڻ لڳن ٿيون.

مان پنهنجي زال ڪي چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو پر اها

ايتري ضروري ڳالهه ناهي جو هن کي پڌائيندو وتان. ها، آئون هن جي لاءِ قسمن قسمن جون سوکڙيون ضرور وٺي ويندو آهيان. واپسيءَ تي جڏهن آئون چوڻ بنا کيس اهي تحفا پيش کندو آهيان ته هوءَ تمام گهڻو خوش ٿيندي آهي. مرد جيڪا ڳالهه زبان سان نه چئي سگهندو آهي اها تحفن ذريعي چئي ڏيندو آهي ۽ عورت ان اڻ چيل ڳجهارت کي يڪدم سلهي وٺندي آهي.

آئون ٤٩ سالن جو ٿي چڪو آهيان. ٤٩ سالن جي مرد کي سندس زال هميشه شهزادي گلفام جي روپ ۾ ڏسڻ چاهيندي آهي. زال مٿان مهينا ۽ سال گذرن ته ضرور ٿا پر هن جي ذهن جي دنيا هميشه جوان رهندي آهي. هن جا نـا آسودا خواب ۽ ڪڏهن به پوريون نـه ٿيڻ واريون آسون هـن کي ذهني طرح جوان رکنديون آهـن، ڇو جو هوءَ سـدائين سپاٽي جو انتظار ڪندي آهـي ـــ ايندڙ سڀو ڏينهن جو جڏهن هن جو مڙس ايترو پورهئي پنهنجو رڏل نه هوندو. ايترو نڙ تکڙو ۾ نه هوندو ۽ هن جي ڳالهه چڱيءَ طرح ڏيان سان ٻڌندو. زماني جا سڀ جهنجهٽ پٺيان رهجي ويندا. محبت جا نوان زمانا ايندا. هو فلمي انداز ۾ هڪٻئي سان دل جـون ڳالهيون ڪندا ۽ هڪٻئي تـي محبتن جو مينهن وسائيندا.... زال سڄي چمار هن جي پينگهي ۾ لڏي ٿي، ان ڪري زندگيءَ جي سختين سان تمام جلد سمجهوتو ڪري وٺي. هن کي خبر نٿي پئي ۽ ٤٩ سالن جو مرد هڪ ڏينهن پنجاه سالن جو ٿيو وڃي. آسائشن جي مستيءَ ۾ مگن

جهنگل، ميدان، ڳوٺ ۽ شهر لتاڙيندو لتاڙيندو هو احساس جـي هڪ اهڙي رڻ پٽ ۾ وڃيو نڪري، جتي نـہ ڪو روايتي چنڊ ٿو ابري، نہ گرم جذبن جـو سج ٿو نڪري. جدوجهد جـي زمين تي فقط عقل جو ڳرو هر هلي ٿـو. ۽ هو چاڪي جو ڍڳو بڻجيو وڃي. هڪ ڏينهن احساس ٿئي ٿو تہ ڍڳي جـو پڇ سون جو ٿي پيو آهي. پوءِ هـن جي سونهري ڪرن تي نگاهہ وڃيو ٿي ڄمي. آهستي آهستي ڍڳو سونهري رنگ جي ڏاند ۾ تبديل ٿيندو وڃي ٿـو ۽ ڏاند کي احساس سان ڀلا ڪهڙو واسطو؟

منهنجي اوسي پاسي ڪان نوجوان، ساماڻل ڇوڪريون رستي تان اچـي وڃـي رهيون آهن. هـن دنيا جي بهار هي نوجوان ماڻهو ٿي آهن. پر هن دنيا جو جرڪڻ مون جهڙن ۽ سالا ڍڳن جي ڪري ٿي آهن جيڪي جنون جو چولو اوڍي ڪنهن نہ ڪنهن جـي دروازي تـي پٿر ماري ويهي رهن ٿا.

آئون هنن سينـي ماڻهن کي غور سان ڏسي رهيو آهيان، ڇو تہ پنهنجي جوانيءَ کي غور سان نہ ڏسي سگهيو هوس. ڪجهہ نوجوان ڇوڪرا انهن ڇوڪرين کي ڏسن ٿـا ڇڻ بڪايل ڍور چاري کي ڏسن ٿا. پر آئون ڇوڪرين وٽان انهن لنگهيون وڃان جيئن هوا بنا لڳڻ جي لنگهيو ٿي وڃي. اها ڳالهہ نـاهي تـہ مون کي هاڻ نـوجوان، تـازيون تـوانيون ڇوڪريون وڻن نٿيون. پـر آئون هنن جي مٿي تـي هٿ رکي چنڊ تارن جو قسم نٿو کڻيو سگهان ۽ وري ايترو وقت

به ڪٽي آهي مون وٽ جو ڳنڍيون ڪوليندو وٽان. ڇوڪريون هميشه ڳجهارتن جي صورت ۾ اڇڻ چاهين ٿيون. هو پنهنجي ڇوڏاري راز جو پوش چاڙهي ملن ٿيون . پر آئون الف ليلوي ديس جو رهاڪو نه آهيان. 49 سالن جوماڻهو ڳجهارتون نٿو پڄيو سگهي. ان ڪري آئون شيشي جا ڇهرا ۽ مرمر جا بت ڏسي لنگهيو وڃان ٿو.

هلندي هلندي آئون ترسي ٿو پوان.

سامهون فٽ پاٿ تي هڪ ٿنگيل تصوير منهنجو هڪدم ڌيان ڇڪايو.

آءٌ ويجهو پهتس ته فٽ پاٿ تي ويٺل دڪاندار مونکي ورائي ويا. گهڻيئي عورتون ۽ مرد مختلف شين جا اسٽال لڳائي ويٺا هئا. مون انهن ڏي نهاريو ته سڀ دڪاندار پنهنجين پنهنجين شين جا ڳڻ ڳائڻ لڳا. انهن ۾ ڇوڪريون اڳيان اڳيان هيون. شايد هنن اهو به ڄاتو ٿي ته اڌروٽ عمر جي مرد کي خريداري ڏي مائل ڪرڻ سولو ڪم آهي. بازار مان لنگهندڙ هر شخص خريدار نٿو ٿئي پر هي دنيا وڏي چال باز آهي. گراهڪ ڦاهيو ٿي وٺي. مونکي انهن ماڻهن جي دل رکڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه خريدڻو ٿي پيو . ڪڏهن ڪڏهن هنن فٽ پاٿي دڪاندارن وٽان قيمتي شيون سستي اگهه ۾ ملي وينديون آهن . منهنجيون نظرون ذري ذري سامهون ٿنگيل تصوير تي وڃي ٿي ڪتيون . مون کي ان ريت تصوير ۾ قاتل ڏسي پوڙهو دڪاندار مون ڏي چال هٽي آيو ۽ منهنجي ٻانهن کي ڇڪي پنهنجي دڪان

۽ وٺي هليو. پوءِ هن جي زبان ڪئنچيءَ وانگر هلڻ لڳي.
هڪڙي تصوير، ٻي، ٽي.... پوءِ جلد ئي هن منهنجي نظرن
جـي چوري جهلي ورتـي ۽ سامهون لڙڪندڙ ڪليل وارن
واري عورت جـي تصوير لاءِ منهنجي اڳيان رکي شروع
ٿي ويو:

”ڏسو سائين، ڇا تـه سهڻو پور ٽريٽ آهي! تصوير
ناهـي، جيئري جاڳندڙ صورت آهـي. غور سان ڏسندؤ تـه
ڳالهائيندي محسوس ٿيندي. چپ چرندا نظر اچن ٿا....“

ان ۾ ڪو شڪ نه هو تـه پوڙهي ڪي گراهڪ ڦاسائڻ
جو ڏانءُ هـو. منهنجي مائٽ جي منتر ڪـي ڪولڻ لاءِ هن
وري چيو: ”هيءَ شاهڪار تصوير هڪ نوجوان ڇوڪريءَ
ناهي آهــي. ماڻهو چون ٿـا تـه هي مورت ان ڇوڪريءَ
جي ئي تصوير آهي. ۽ اها ئي ته هڪ عجيب ڳالهه آهـي.
ڪڏهن ڪنهن مصور پنهنجو عڪس ان ريت رنگن سان
نه پريو هوندو.“

آڏون اڃان به متاثر نه ٿيس ته هن خفي ٿيندي ڪپڙي
سان تصوير ڪي اڳين ڇنڊيو ڇڻ پنهنجي منهن تـان پکهر
اگهي رهيو هجي. ۽ نـگاهون هيٺ ڪندي چيو: ”هـن
عورت لاءِ مشهور آهي تـه سڄي رات جاڳي هـيءَ تصوير
ناهي هئي ۽ صبح جو خبر ناهي هن ڪي ڇا ٿيو جو خودڪشي
ڪري ڇڏي.“

”خودڪشي؟“ منهنجي منهن مان پائيپ نڪري ويو.
”ها“ هو مونکي ڇرڪائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو ۽

ان ڪاميابيءَ جو جرڪو سندس منهن مان صاف بکي رهيو هو.

”پر ڇو—؟“

”بس. توهانکي ته خبر آهي — ته هي ماڻهو — يعني مصور، شاعر، اديب سڀ جنوني ٿيندا آهن. انهن جي صبح کي سندن شام جي خبر نه هوندي آهي. ڪجهه نقاد چون ٿا ته هوءَ پنهنجي شاهڪار کي مڪمل ڏسي برداشت نه ڪري سگهي. ڪن جو چوڻ آهي ته هن اها تصوير پنهنجي محبوب کي تحفي ۾ ڏيڻ لاءِ ٺاهي هئي. صبح سوير هوءَ اها تصوير کڻي پنهنجي محبوب جي گهر پهتي، جيئن دل سان گڏ نذرانو پيش ڪري سگهي. پر ڪنهن ٻيءَ دوشيزه سان گڏ ستل ڏسي هن جي دل ٻڏي پيئي ۽ اتي سمنڊ ۾ ٽپ ڏئي پاڻ کي ٻوڙي ڇڏيو.“

مون پائيپ جو هڪ ڊگهو ڪش هڻي دونهون فضا ۾ ڇڏيو ۽ سڪون سان پڇيو: ”هن جي قيمت ڇا آهي؟“

”پنج سؤ ڊالر“ هن نهٺائيءَ سان چيو. هن سمجهيو ٿي ته شايد آئون هن جي هٿ ٺوڪي ڪهاڻيءَ سان مرعوب ٿي ويو آهيان.

”ٻه سئو ڊالرن کان ٻه گهٽ ڪر.“ مون ساڳي سڪون ۽ نرميءَ سان ڳالهايو.

”سائين هي توهان ڇئو ڇاڻا. ماڻهو ته هن تصوير پٺيان چريا آهن. ڪنهن نمائش ۾ جيڪر رکان ته هزار ڊالرن ۾ به وڪامي وڃي. منهنجي ننڍڙي دڪان کي نه ڏسو. هيءَ

تصوير ڪنهن وڏي دڪان تي هجي ها ته مونا ليزا کان به مهنگي وڪامي ها.“

”هڪ سئو ڊالر.“ مون جيمز بانڊ جي انداز ۾ چيو ۽ پويان قدم کنيم.

هو ٻوڙي منهنجي پٺيان آيو ۽ هٿ ٻڌي چيو: ”سائين ائين ته نه ڪريو. توهان ڪارڻ هيءَ تصوير به سئو ڊالرن ۾ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.“

آئون ترسي پيس. هو ڏوري ۽ پنو کڻي تصوير پئڪ ڪرڻ لڳو ۽ ڀڻڪندي چيو: ”ڇا ته فن جي ناقدري آهي! تو ٻنهي تو ٻنهي! مصور جي روح کي ڪيتري نه تڪليف رسندي هوندي. جي جيئري هجي ها ته هي حال ڏسي هن کي وري خودڪشي ڪرڻي پوي ها — ماڻهو ماني ڪپڙي ۽ رهائش تي ايترو خرچ ڪن ٿا، پر افسوس جو فن جو قدر نٿا ڪن....“

آئون ماٺ ۾ رهيس. هن کي ڇا ٻڌايان ته هيءَ تصوير مون فقط ان ڪري ورتي آهي جو هن جو سائيڊ پوز منهنجي زال سان ملي ٿو. جڏهن مون پهريون دفعو زال کي ڏٺو هو ته هوءَ اهڙي لڳي رهي هئي. ڏکيا ڏکيا وار هن جي هڪ ڳل کي ڍڪي رهيا هئا ۽ مون تي ڇهڻ ته نشو طاري ٿي ٿيو. جيئن ته مون کيس اها ڳالهه ٻڌائي نه هئي ان ڪري اڄ هن قيمت تي هيءَ تصوير خريد ڪري کيس تحفي طور ڏيڻ ٿي چاهي. تحفي جي زبان هونءَ به وڌيڪ پر اثر ٿئي ٿي.

آئون جڏهن هوٽل ۾ پهتس تہ رات جا ساڍا نو ٿي رهيا هئا ۽ ذهين وڳي مونکي پڪ آئوٽ ڪرڻو هو. مون رسيپشن تان پنهنجي ڪمري جي چابي گهري تہ سنهڙي ڇوڪريءَ مرڪي ڪاغذ پور منهنجي حوالي ڪندي چيو:
”ٻہ دفعا توهان جو فون اچي چڪو آهي.“
”ڪنهن ڪيو هو؟“
”ڊڪا ڇوڪري هئي.“
”توهان کي پڪ آهي تہ هوءَ منهنجو ئي نالو ۽ منهنجوئي ڪمرو پڇي رهي هئي.“ مون حيرانيءَ سان پڇيومانس.
”ها. بلڪل.“ ڇوڪريءَ هاڻ معنيٰ خيز نگاهن سان مرڪندي وراڻيو.
مون نياپي وارو ڪاغذ غور سان ڏٺو. واقعي منهنجو ئي نالو ۽ منهنجي ڪمري جو نمبر هو. فون ڪرڻ واري ڇوڪريءَ جو نالو بہ لکيل هو: ماڊيسٽ.
ڪمال آهي. آئون تہ ڪنهن ماڊيسٽ نالي ڇوڪريءَ کي ڄاڻان سڃاڻان بہ ڪونہ ٿو نہ فلپائين ۾ ۽ نہ وري ڪنهن ٻئي ملڪ ۾. بهرحال ان کي هڪ غلط فهمي سمجهي پنهنجي ڪمري ۾ هليو آيس. اوچتو فون جي گهنٽي وڳي. هٿن ۾ جهليل تصوير کي پلنگ تي رکي ريسور کي کنيو.
ٻئي پاسي کان ڪنهن عورت جو آواز هو ۽ تمام سٺي انگريزي ڳالهائي رهي هئي: ”آئون ماڊيسٽ ڳالهائي رهي آهيان.“
”توهان شايد غلط نمبر تي فون ڪيو آهي“ مون

جلدي ئي چيس.

هن ورائيو: ”نہ تہ. اج توهان ڏي تہ هن پوڙهي فلپينو کان تصوير خريد ڪئي هئي.“

”ها. اهو تہ صحيح آهي.“

”آئون تمام خبرداريءَ سان ٽريس آئوٽ ڪريان ٿي. مون غلط نمبر تي فون نہ ڪيو آهي. توهان ڪي ڏي ڪيو آهي.“

”بهرحال حڪم ڪريو.“ مون ڪجهہ گهبرائيندي چيو، ”ڇا مون کان ڪا پل تي وئي آهي؟“

چوڻ لڳي: ”ها. تمام وڏي پل ٿي آهي.“ پوءِ ٿهڪ ڏئي کلڻ لڳي.

آئون وائڙو ٿي ويس. هن وري ڳالهايو: ”اها تصوير جيڪا توهان اج خريد ڪئي آهي، منهنجي ڏي ڏهيل آهي.“

مونکي چڻ تہ وڇونءَ چڪ هنيو. ”پر هو پوڙهو تہ چئي رهيو هو....“

”ها.“ هن منهنجي ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيو، ”وڏو استاد آهي اهو پوڙهو. منهنجيون تصويرون وڪڻڻ لاءِ هو مونکان ڪميشن وٺندو آهي ۽ روز مون ناڻي ڪو من گهڙيل قصو گراهڪن کي ٻڌائي کين هر ڪائيندو آهي. ڪڏهن مونکان خودڪشي ڪرائيندو آهي، ڪڏهن باغي حسينا جي روپ ۾ مونکي جيل موڪليندو آهي. ڪڏهن غلام ۽ ستم رسيده هستي ڏاهيندو آهي. هن کي گراهڪ ڦاسائڻ جو

هنر آهي. ۽ آئون هن جون ڳالهيون روز پنهنجن ڪنن سان ٻڌندي آهيان."

"پنهنجي ڪنن سان؟"

منهنجي آواز جي حيرت ڪي هن پڙهي ورتو ۽ چيو: "ها. ٿورو پريرو آئون به گاڏي تي شيون رکي وڪڻندي آهيان. ۽ جوڪڏهن قيمت تي نظر نه رکان ته هو سڀ پئسا ڪميشن ۾ کائي وڃي."

"مون اها تصوير ٻن سؤ ڊالرن ۾ خريد ڪئي آهي" مون ٿڪ گهٽندي جلدي ۾ هن جي مدد ڪئي. هوءِ چوڻ لڳي: "ها. مونکي خبر پئجي وئي آهي. ۽ انهيءَ ڪري مون توهان کي فون ڪيو آهي."

مونکي ڪجهه پڇڻ جي همت نه ٿي ته هن خود هاراپل جواريءَ جي آواز ۾ ڳالهايو: "توهان هڪ گونگي ۽ ٻي جان تصوير ٻن سؤ ڊالرن ۾ خريد ڪري ورتي، جيتوڻيڪ اڄ رات توهان مونکي فقط سؤ ڊالرن ۾ خريد ڪري سگهيائو ٿي."

سنڌيڪار: الطاف شيخ

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو شايع ٿيل ٻيهون ڪتاب،

# جپان رس

الطاف شيخ

(جپان متعلق الطاف شيخ جو بهترين ڪتاب)

خوبصورت ٽائيٽل    قيمت ١٥ رپيا

---

## نيو فيلڊس پبليڪيشنس کان الطاف شيخ جا هيٺيان ڪتاب گهرائي سگهجن ٿا

| | | |
|---|---|---|
| ١- | وايون وڻجارن جون .... | ١٢ رپيا |
| ٢- | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل | ١٢ رپيا |
| ٣- | سي ٿي جوين ڏينهن | ١٢ رپيا |
| ۴- | سي ٻيڙيون رکين ٻاجهه سين | ١٢ رپيا |
| ۵- | جپان رس | ١۵ رپيا |
| ٦- | پيار جي گهٽ | ١٠ رپيا |
| ٧- | ڇا جو ڏيس ڇا جو وديس | ١٠ رپيا |
| ٨- | ڳالهيون تنهن جپان جون | ١٠ رپيا |
| ٩- | خدا ڏي خط | ١٠ رپيا |
| ١٠- | ارائونڊ دي ورلڊ | ١٢ رپيا |
| ١١- | جاني تہ جهاز ۾ | ١٠ رپيا |
| ١٢- | سانياهو سمونڊ جو | ١٣ رپيا |
| ١٣- | موج نہ مهي مڪڙي | ١٢ رپيا |
| ١۴- | بندر بازاريون | ١٢ رپيا |
| ١۵- | الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان | ١٢ رپيا |

گهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد.

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو شايع ٿيل ستاويهون ڪتاب

# غلامن جو ٻيڙو

هي ڪتاب ايرڪ ڪارڊر جي انگريزي ناول "SLAVE SHIP" جوسنڌي ترجمو آهي، جنهن ۾ 1843ع ڌاري ڏکڻ ڪئرولينا کان نڪتل غلامن جي ٻيڙي جيوبيليشن ۾ وار ڪانڊارينڌڙ جهيڙا ۽ مقابلا. غلامن سان ٿيندڙ لڳ ڪانڊارينڌڙ واقعا ۽ حادثا، ۽ ٽن انسانن جو خاتمو جنهن ۾ غيور اشانٽي قوم جي جوڙي آڊوڪي جو انت. عياش هارينبي جو انجام ۽ دنيا جو مشهور مضمون نويس ۽ صحافي جيڪو غلامن جو واپار بند ڪرائڻ لاءِ زندگيءَ ڪي داءَ تي لائي ٿو ڇڏي سو به غلام خريد ٿو ڪري. معصوميت جو خون ٿيندو ڏسي پاڻ به خون ٿو ڪري. ناول جي شڪل ۾ بيان ڪيل آهن جيڪي ڦيٽي هيئين وارو پڙهي نه سگهندو ۽ ڏاڍي دل وارو هڪ دفعو ڪتاب هٿ ۾ کڻندو ته شايد بند نه ڪندو جيستائين سڄو ڪتاب پڙهي پورو نه ڪري. هن ناول ۾ طاقت ۽ پاور، ظلم ۽ رحم، عشق ۽ معصوميت، عيش ۽ نشاط، محبت ۽ نفرت، مبادي ۽ منتها جا ڪئين نفسياتي موڙ پڙهندڙ محسوس ڪندو ۽ چند منٽ ويهي ويچار ڪندو.

خوبصورت ٽائيٽل

ڪل صفحا 288

قيمت — /20 رپيا

گهرائڻ لاءِ لکو:

**نيو فيلڊس پبليڪيشنس**

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو شايع ٿيل اوڻٽيهون ڪتاب

# عاشي (SHE)

* هن ناول ۾، حضرت عيسيٰ جي ولادت کان ٻه گهٽ اڳ جي هڪ پراسرار عورت جو هڪ نرالو داستان سمايل آهي، جيڪا بي پناه قوت، لازوال حسن ۽ غيرمعمولي سياڻپ جي مالڪ هئي—!
* جنهن ڪروڙ ۾ اچي پاڻ پنهنجي محبوب کي قتل ڪيو ۽ پوءِ ڪن صدين تائين هنجوانتظار ڪندي رهي.... ۽ جڏهن ڪن صدين کان پوءِ هو وٽس هلي آيو تڏهن زندگي جو اصول بدلجي چڪو هو.....!
* مصري قوم کان ٻه گهٽو اڳ جي هڪ پراسرار قوم هن کي ”سدا حيات فرمانروا عاشي“ جي نالي سان سڏيندي ۽ سندس اطاعت ڪندي هئي—! مگر هنجي صورت ڏسڻ به ڪين نصيب نه ٿي هئي—!
* هوءَ هڪ لاش سان ڳتيل پيرئمڊ ۾ رهندي هئي!
* هي ناول ١٨٨٦ع کان باقاعدي لکن جي تعداد ۾ ڇپبو اچي ۽ هٿون هٿ کپندو اچي. هن ٿي ڪتاب جي تتبع (Adaptation) تي دنيا جي مختلف ٻولين ۾ اڪيچار ناول لکيا ويا آهن ۽ فلمون ناهيون ويون آهن.

مصنف: هينري رائڊر هئگرڊ

سنڌيڪار: فضل احمد بچاڻي گهرائڻ لاءِ لکو:

ڪل صفحا ٤٠٠ — **نيوفيلڊس پبليڪيشنس**

قيمت -/25 — ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد

# آسيه

## (ناول)

هي ناول به برک برطانوي ليکڪ هينري رائڊر هئگرڊ جي جڳ مشهور ناول THE RETURN of SHE, AESHA جو مڪمل ترجمو آهي جو سندس ٻئي ناماياري ڪتاب SHE جي ڏي کهاڻيءَ سان لاڳاپيل آهي. ٻئي ڪتاب پنهنجي پنهنجي جاءِ تي جدا جدا مڪمل ڪتاب به آهن ۽ هڪبئي سان لاڳاپيل به. هي ٻئي برک ناول دنيا جي گهڻ وڏ مڙنئي ٻولين ۾ ترجمو ٿيا آهن.

— هڪ اعليٰ نسل جي عورت هڪ ديوي بڻجي وئي. لازوال قوتن، بي پناه حسن، دائمي زندگي ۽ وڏي اقتدار ۽ اختيار جي مالڪ بڻجي وئي.

— هن جو محبوب، جوڪو ديوتا نه بلڪ هڪ عام انسان آهي، سو سندس قرب ماڻڻ لاءِ نه بيان ڪرڻ جهڙا ڪشٽ ڪاٽي جبل جهاڳي ڪشالا ڪڍي هن جي ڏي اچي پتالدر هن وٽ پهچي ٿو. ٿو پر هنن ٻنهي جي وچ ۾ اها ٿي ديوار آڏي اچي ٿي وڃي جا هڪ انسان ۽ ديوتا جي وچ ۾ هوندي آهي. هو وصل ۽ محض وصل چاهي ٿو ته ديوي هن کي اڻ لکيون اڻ ميون آسماني ۽ ڪائناتي پيشڪئون پيش ڪري سگهي ٿي، تخت تاج جا خزانا ۽ عبادتون ۽ اطاعتون موجود ڪري سگهي ٿي پر هن لاءِ پنهنجن چپن جو چهاءُ نٿي سهسائي سگهي، هو زندگيءَ ڀر جي رفاقت گهري ٿو ته هن کي نه کتندڙ حياتيءَ جي سوغات پيش ڪئي وڃي ٿي، پر جي هوءَ "عورت" بڻجڻ لاءِ تيار ٿي ته.... ته ڪهڙو نتيجو ٿو نڪري—؟

قيمت: ٢٠٠— رپيا

نيو فيلڊس طرفان شايع ٿيل انعام يافته ڪتاب
”سورج هوندي مرجهايل“ جي خالق نجم عباسي جو نئون ڪتاب

# للڪار

جون ۱۹۸۳ع ۾ شايع ٿيندو

۱۲ اڻ ڇپيل ۽ ٦ ڇپيل ڪهاڻيون

صفحا ۲۰۰ خوبصورت ٽائيٽل قيمت ۱۵ رپيا

---

الطاف شيخ جا ٻه منفرد ڪتاب

## ”موج نه سهي مڪڙي“

## ”الطاف شيخ جي نوٽبڪ ڏان“

آفسٽ تي ڇپيل خوبصورت ٽائيٽل
قيمت هرهڪ ڪتاب جي ۱۲ رپيا

گهرائڻ لاءِ:

نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد.

## نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا ڇپايل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | ١٢—٠٠ |
| ٢- | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ١) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٣- | اڌ ملاقات | طارق اشرف | ١٢—٠٠ |
| ٤- | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٥- | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ٢) | طارق اشرف | ٨—٠٠ |
| ٦- | زندگيءَ جو تنها مسافر | طارق اشرف | ٨—٠٠ |
| ٧- | ٤ مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | (ختم ٿيل) |
| ٨- | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | ١٢—٠٠ |
| ٩- | اونداهي ڌرتي روشن هٿ | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ١٠- | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ١١- | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ١) | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| ١٢- | ٿڌا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| ١٣- | وايون وڻجارن جون | الطاف شيخ | ١٢—٠٠ |
| ١٤- | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢) | مختلف ڪهاڻيڪار | ٢٥—٠٠ |
| ١٥- | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | ١٢—٠٠ |
| ١٦- | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | ١٠—٠٠ |
| ١٧- | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | ١٥—٠٠ |
| ١٨- | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | ١٥—٠٠ |
| ١٩- | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | فيروز احمد | ١٢—٠٠ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۲۰- | دل جو بندر (ناول) | نصير اعجاز | ۱۲—۰۰ |
| ۲۱- | دل اندر درياءَ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | ۱۶—۰۰ |
| ۲۲- | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | ۱۲—۰۰ |
| ۲۳- | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | ۱۸—۰۰ |
| ۲۴- | ڪنهن سان سور سليان | فيروز احمد | ۱۲—۰۰ |
| ۲۵- | فڪر جي آزادي | ابراهيم جويو | ۲۰—۰ |
| ۲۶- | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل | الطاف شيخ | ۱۲—۰۰ |
| ۲۷- | غلامن جو پيڙو (ناول) | دوست محمد پٿي | ۲۰—۰۰ |
| ۲۸- | سي ئي جوين ڏينهن | الطاف شيخ | ۱۲—۰۰ |
| ۲۹- | عاشي (ناول) | فضل احمد بچاڻي | ۲۵—۰۰ |
| ۳۰- | سي پيڙيون رکين پاڇهه سين | الطاف شيخ | ۱۲—۰۰ |
| ۳۱- | سڌارت | فضل احمد بچاڻي | ۱۰—۰۰ |
| ۳۲- | جپان رس | الطاف شيخ | ۱۵—۰۰ |
| ۳۳- | روح جي ڳولا | فضل احمد بچاڻي | ۱۰—۰۰ |
| ۳۴- | درد جا ڏينهن، درد جون راتيون | طارق اشرف | ۲۰—۰۰ |
| ۳۵- | سانپاهو سموند جو | الطاف شيخ | ۱۳—۰۰ |
| ۳۶- | سورج هوندي مرجهايل | نجم عباسي | ۱۵—۰۰ |
| ۳۷- | آسيه (عاشي جي واپسي) | فضل احمد بچاڻي | ۲۰—۰۰ |
| ۳۸- | قلندر | مدد علي سنڌي | ۱۲—۰۰ |
| ۳۹- | الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان | الطاف شيخ | ۱۲—۰۰ |
| ۴۰- | سزا جا سک | فضل احمد بچاڻي | ۱۲—۰۰ |

گهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد، سنڌ.

# هن ڪتاب مان ڪڍيل

* سج لهڻ کان پوءِ هانگ ڪانگ ۾ اسٽريٽ ليمپن هيٺ ملڪ ملڪ جون راتيون گڏ ٿينديون آهن. هانگ ڪانگ راتين جو شهر آهي. بين الاقوامي راتين جو شهر.
* آغوش ۾ عورت هجي ته مرد سوٽ کان به نٿو ڊڄي، انهي ڪري هانگ ڪانگ ۾ سپاهي به هزارين آهن ۽ عورتون به هزارين.
* هي انگلنڊ آهي. هتي ڇوڪري نه رکندين ته خدا جو قسم ٽي - بي (T.B) ٿي ويندءِ ۽ اهو سلويا توسان ڦاسندو....
* سڊني اسان سنڌين جي دلين جهڙو ويڪرو ۽ ڪشادو شهر آهي. ماڻهن جا تن اسان جي منّ جهڙا اُجرا آهن.
* گهانا مان هڪڙي نوجوان ڇوڪري آيل هئي، نالو هئس مس آما، پريل، وٽيل سٽيل؛ ڪارو ڪارو بدن، ڪاريون ۽ وڏيون اکيون جن ۾ اونداهي راتين جو خنڪ اونداهيون رچيل هيون. ڦڻ ڪڍي لهرائيندڙ ڪاريهر جهڙي چال.
* ٽوڪيو کان منيلا پهچڻ تي ائين لڳي ٿو ڄڻ آسمان کان زمين تي ماڻهو اچي ويو هجي. جپاني ڇوڪريون جرڪندڙ جرڪندڙ، روشن روشن ۽ اجريون اجريون نظر اچن ٿيون — جهڙيون شيشي جون گڏيون. انهيءَ جي پيٽ ۾ فلپينو ڇوڪريون گدليون گدليون، ٽڪل ٽڪل ۽ ڦڪيون پيليون لڳن ٿيون.
* مون پنهنجا ازل کان اڃايل ۽ ترسايل چپ سندس چپن تي رکيا ۽ هوءَ وڻ ويڙهيءَ وانگر مون کي وڪوڙي ويئي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)